ناول



کرشن چندر

# ڏکڻ ماڻ تو سچ اپري



سراج

نئون نياپو

# ڏکڻ ماڻ تو سج اڀري

(ناول)

ڪرشن چندر
سنڌيڪار: سراج

نئون نياپو اڪيڊمي
سچل ڳوٺ ڪراچي

ڪتاب جو نالو: ڏکڻ مان ٿو سج ايري
موضوع: ناول
ناول نگار: ڪرشن چندر
سنڌيڪار: سراج
ڇاپو ٽيون: فيبروري 2013
ڇپائيندڙ: سنڌي انعام عباسي
پاران: نئون نياپو اڪيڊمي،
D-1 سچل ڳوٺ گلشن اقبال ٽائون ڪراچي
Cell # 0346-2103811

سادي ڪاپي: Rs. 120/=
اڇي ڪاپي: Rs. 150/=

# پبلشر جو نوٽ

**ماڻهو** جن تي بنا ڪنهن ڪُتڪي جي مانُ ڪجي، جن جو نالو به وڏي احترام سان ونجي ۽ جن جي ڪٿا ڳائجي ته ڏيان پنڊپهڻ ٿي وڃي...

اهڙا ماڻهو جي سدا حيات رهڻ جو ڏانءُ لهي وٺندا آهن ۽ سدا ان سوچ سان سلهاڙيا سانت سانت ماڳ ڏانهن وک وک وڌندا رهندا آهن ۽ ان ڏکي مُنجهائي ماريندڙ راهه تان رنڊڪون پڻ پري ڪندا رهندا آهن، ته جيئن سندن پيڙهي ان راهه تان ٿيي ته، ڪيس اُها اوکائي نه ٿئي جا هو اُڪري آيا هوندا آهن...

اهڙن ئي مُلهه مهانگن ماڻهن مان ئي ته هو اسان جو مانوارو سائين سراج...

سندس زندگيءَ جي ڪتاب جا پنا ورائبا ته هر پني ته، رڳو ڪمَ ئي ڪمَ ملندا ۽ هڪ ئي ڪتاب منجهه اڻڳڻين ڪمن جا ڪاتا ملندا...

ڪهاڻيون لکجن! ته هو ڪهاڻين ۾ لهي ٿو وڃي ۽ اعليٰ پائي جون ڪهاڻيون سنڌي ادب جي جهول ۾ رنگ برنگي گلن جان پري ٿو ڇڏي..

سنڌيءَ ۾ ناول جي کوٽ جا سڏ ۽ پڙاڏا ٻڌي ٿو ته، ناولن جي پيٽ ڪري ٿو ڇڏي ۽ ائين سندس ڪاتي ۾ ناولن جو سٽاءُ به جڙي ٿو پوي..

سنڌي ٻوليءَ خلاف ڏارين، پنهنجن دلالن ۽ وطن فروشن کي ڏند ڪرٽيندي ڏسي ٿو ته، ٻوليءَ جاڻ جي بندوبست ۾ لڳي وڃي ٿو ۽ "سنڌي ٻولي" ڪتاب لکي سنڌي ٻوليءَ کي دنيا آڏو مانَ سان بيهاري ٿو ڇڏي...

سياست، صحافت، وڪالت منجهه پڻ هو پاڻ ملهائي ٿو ۽ وڏي ڳالهه ته هو دشمن آڏو، وقت جي بادشاهه آڏو آڻ نٿو مڃي ۽ زندگي سنڌ جي سنوارپ ۾ پئسو پئسو اربي ٿو ڇڏي..

اڄ جڏهن هو هڪ ياد بڻجي ويو آهي ته، اسان کي کپي ته، ان ياد کي اهڙو ته، ياد ڪري ڇڏيون جو اسان جون مڙوئي پيڙهيون ان ياد جي لهر سان مست ۽ سرمست ٿي وڃن ۽ وطن ڪاڻ سِرُ ڏيڻ ڪان گهٽ ڳالهه ئي نه ڪن...

مان اهو پنهنجو ڀاڳ ٿو ڀانئيان جو نيٺ سائين سراج سان مُڪاميل ٿيس ۽ سندس هي ڪتاب ڇڏرو ڪرڻ وارن منجهان به ٿي پيس...

هي ڪتاب جيڪو مون گهڻو وقت اڳ پڙهيو هو ۽ وڏي وقت کان اڻلڀ هو.

هي ڪتاب پنهنجي موضوع جي لحاظ کان تہ اعليٰ آهي ئي، پر جيڪو مزو سراج جي ٻوليءَ جي ڪري هن ۾ شامل ٿي ويو آهي اهو نہ وڻڻ آيا ڳ چئبو.

۽ ان سڄي مانداڻ ۾ جي مان، ڊاڪٽر ايوب شيخ جا ٿورا نہ مڃان تہ نڳي ٿيندي، جنهن جي ئي ڪري مان سراج سان ملي سگهيس ۽ ڪلهہ شمشير سان بہ ان مهربان ئي ملايو هو...

۽ هن ڪتاب وٺڻ لاءِ جڏهن مان، سراج سان مليس تہ، سراج مون سان پڻ مرڪيو هو:

"پٽ! هي ڪتاب ڇوتا ڇپرايو؟!"

ان ويل تہ، مان ڪو موچارو جواب ڏئي نہ سگهيو هيس...

پر اڄ ان سوال جو جواب هي آهي تہ، "هن ڪتاب ۾ سراج پنهنجي جوانيءَ واري ٻوليءَ سان سلهاڙيل موجود آهي."

سنڌ جو اهو سرجڻهار جنهن، "سنڌ تو ڪي ڇا ڪپي؟" جي بنياد تي سنڌ لاءِ ڪم ڪيو...

هو اوندهہ ۾ ڏيئو ٻڻجي پيو...
ڏہڻ تي سخت ٻڻجي پيو..
هلان آڏو بند ٻڻجي پيو...
حڪم آڏو اڏول ٻڻجي پيو...
سنڌ ڪيس هميشہ اڇي اجري ماڻهوءَ طور ياد ڪندي،
۽ پنهنجي حلالي پٽ، پلاري پٽ طور ياد ڪندي رهندي.

سنڌ جتي اڄ ماڻهو سگريٽن جي پئڪيٽ، ڏوڪڙن مُٺ، شراب جي ڪوٽ يا هڪ اڌ ڪم ٿيڻ تي دوست مان ڦري دشمن جا ساٿاري ٿيندا هجن. اتي زندگي هڪ پهاڙ جيان گذاري وڃڻ ڪنهن عبادت کان گهٽ تہ ناهي....

اوهان جو ساٿي

سنڌي انعام عباسي

# ڪرڪِڻا آهي سُڪَ نہ سُتا ڪَڏهن

**سنڌ** ۾ جڏهن بہ سنڌي ٻولي، ناول، ڪهاڻي، ڪالم، آرٽيڪلز جديد صحافت، وڪالت ۽ جناب ذوالفقار علي ڀٽو سان گهٽي ۾ گهٽو سفر ڪندڙ شخصيت جو نالو ڳوليو ويندو تہ ڀيو ڪير بہ نظر نہ ايندو پر هڪ نالو بنا دير اسانجي زبان تي ايندو. ”سراج صاحب“ جن ماڻهن جي چمار پنجاهہ سال ۽ ان کان مٿي آهي، انهن کي سراج صاحب جي باري ۾ ٽن اهم ترين ڪاوشن جو چڱيءَ پر احساس آهي، هڪ سنڌي ٻولي جي باري ۾ سندس لکڻيون، ٻيون سندن ناول ” پڙاڏو سوئي سڏ“ کانپوءِ چئن ناولن جو ٻيو سلسلو ۽ ٽيون روزاني هلال پاڪستان جي نالي ۾ سنڌ جي جديد صحافت. اسان 1975ع ۾ هلال پاڪستان پاران نڪرندڙ رسالي ”گلن جهڙا ٻارڙا“ جا ميمبر ٿياسين تہ ان زماني ۾ ٻارن جي مشهور ليڊر غفران عاقلاڻي سان واسطو پيو. اڄوڪي سنڌ ۾ چاليهن ۽ پنجاهہ ورهين جي پيٽي جا جيڪي بہ سياسي ورڪر، اديب، شاعر، ڪهاڻيڪار، سنڌيڪار ۽ انهن فنون سان واسطو رکندڙا وهانڪي ملندا انهن مان اڪثريت جو انگ انهن ٻارڙن جي تنظيمن سان ضرور پيو هوندو. هلال پاڪستان يا

پاڪستان پيپلزپارٽي يا ان جو باني جناب ذوالفقارعلي ڀٽو صاحب ان رسالي، ان جي ڪلب ميمبرشپ وسيلي سنڌي نوجوانن جي گڏجاڻ واري عمل ڪي نہ اڳيان وڌي هلي سگهيا نہ وري ان کي Streamlineڪري سگهيا. جنهن ڪري ان مان ڪو فائدو انهن کي نہ ملي سگهيو. البت سنڌ کي ان وهيءَ جو هڪ تيار فصل ملي ويو هيو.

ننڍي کنڊ جي زبردست ڪهاڻيڪار ۽ ناول نگار ڪرشن چندر جو ناول "ڏکڻ مان ٿو سج اُڀري" اوهانجي هٿن ۾ آهي. هي ناول اسان شاگردي جي زماني ۾ پڙهيو ۽ وساري ڇڏيو هيو. ان ناول ۾ هڪ معاشري ۾ جدوجهد ۽ ان واسطي ڪوششون ڪندڙن جو هڪ پورو داستان آهي. ٻہ هفتا اڳ، نئون نياپو اڪيڊمي جي انعام عباسي ان ناول جي ڳالهہ ڪئي تہ ناول مارڪيٽ ٽوڙي ان جو ٻيون ڇاپو جاري ڪندڙ وٽ بہ ڪونهي. ان جو ترجمو سراج صاحب ڪيو هيو. مون اها ڳالهہ سراج صاحب جي دلگهُرئي پٽ پروفيسر امجد سراج سان ڪئي. ان کي ان باري ۾ ڪابہ خبر ڪانہ هئي. هن فون تي ( مون سان ڳالهائيندي ئي) سراج صاحب کان پڇيو تہ ان کيس ترجمي ڪرڻ جي لاءِ "ها" ۽ ڪتاب جي موجودگي جي باري ۾ "نہ" ڪئي. ٻن ڏينهن کانپوءِ سراج صاحب فون ڪرائي چيو تہ ڪتاب جي ڪاپي هٿ ڪئي آهي، کڻي وڃو.

ڪرشن چندر جو اهو ناول محترم محمد عثمان ڏيپلائي جي چوڻ تي سراج صاحب 1952ع ۾ "انسان" اخبار لاءِ ترجمو ڪيو هيو. تڏهن سراج صاحب جو ادبي نالو " سراج بسمل" هوندو هيو. هڪ ڏينهن کين پنهنجي والد ان تخلص تي بدمزگي ظاهر ڪندي اهو متاثر جو چيو هيو. ان کانپوءِ هو "سراج" بنجي سنڌي ادب جي مختلف کيترن جو "تاج" ٿي ويو هيو. هن ناول جو پهريون ڇاپو 192 صفحن تي ٻڌل هيو. اهو ناول ان زماني جي "ٺڪ..ٺڪ .. ڪندڙ مشين" تي ڇاپيل هيو. هاڻي ان کي ڪمپيوٽر نصيب ٿيو آهي. جنهن ڪري ڪتاب جا صفحا گهٽ ٿي ٿيا آهن. اوهان مان جيڪي ڪرشن چندر مان واقف ناهن تن کي بہ ان باري ۾ معلوم ٿي ويندو جيڪي محترمين محمد عثمان ڏيپلائي ۽ سراج صاحب جي علمي

ڪاوشن جا مداح آهن تن کي پڻ هي ناول ٿيهر اچڻ تي خوشي ٿيندي.

ڏيپلائي صاحب، سنڌي ادب ۽ سنڌ جي تاريخ جو هڪ فرض شناس، مرزا قليچ بيگ وانگر بي مثل محنتي فرزند آهي. سنڌ جي معاشري ۾ ڪي نہ ڪي تبديليون آڻڻ جي خواهش سبب هن لکت ۾ دليريءَ جون جيڪي بہ ڪارروايون ڪيون آهن، جنهن طريقي سان طبقاتي سماج ۾ پيرن ميرن ۽ وڏيرن جا ڏاڍا ڪڍيا آهن ۽ انهن جي هڪ هڪ غيرعوامي خواهش توڙي مرضيءَ ۽ منشا جو "خُون" ڪيو آهي، خبر ناهي اهو عثمان ڏيپلائي ان زماني جي مضبوط وڏيراشاهي جي قاتلاڻي حملي کان ڪيئن بچي سگهيو هيو؟. هن جيڪي ڪجهہ ڪيو اهو سڀ ڪجهہ انهن زمانن ۾ ڪنهن کان بہ ٿي نہ سگهيو هيو.

قمبر ۾ منهنجو پڙڏاڏو مرحوم دين محمد شيخ جيڪو قمبر کان لاڙڪاڻي واري پراڻي انگريزن جي روڊ پٽڙيءَ وسيلي هر ٻئين ڏينهن گڏه تي چانور ڪٽي لاڙڪاڻي مارڪيٽ ۾ وڪرو ڪرڻ جو ڪم ڪندو هيو. مرحوم پاڻ ۽ سندس گڏهہ قمبر کان لاڙڪاڻي جا پورا پارنهن ميل (19 ڪلوميٽر) پنڌ ڪري پهچندا هيا، رات اتي ترسي ٻئي ڏينهن وري پنڌ ڪندا هيا. منهنجو والد مرحوم غلام سرور شيخ جيڪو جنرل ايوب خان جي دور کان جنرل ضيا جي دور تائين احتجاج سببان جيلن ۾ رهيو هيو تنهن کي هر آمر ۽ فوجي جنرل جي آمريت ۾ ٿيندڙ لوڪل باڊيز جي چونڊن ۾ بيهڻ ۽ قمبر ۾ وڏيرن جي نمائيندن کي عوام جي مدد سان هارائڻ جو جنون ۽ شوق هوندو هيو. ان جي انهن ڪوشش جي ڪري سچي رياست جا تعلقي جا ڪل پرزا هڪ پاسي هوندا هيا ۽ منهنجي والد جي پاسي رکو محترم عثمان ڏيپلائي مرحوم جي هفتيوار اخبار "انسان" هوندي هئي. ان جا ڪجهہ پرچا اسان کي پڙهڻ لاءِ پڻ نصيب ٿيا هيا. مونکي اڄ بہ ڪانگو جي عوامي اڳواڻ "پيٽرس لوممبا جي شهادت" جي عنوان سان لکيل انسان اخبار جي ايڊيٽوريل جا نقش ذهن تي موجود آهن. اوهان سوچيو تہ سٺ جي ڏهاڪي ۾ آفريقي اڳواڻ جيڪو مسلمان نہ هيو ان جي قتل لاءِ ڏيپلائي صاحب "شهادت" جو لفظ استعمال ڪيو آهي، اها

ڪيڏي نہ وڏي طاقت ۽ قوت آهي جيڪا لکڻ مهل هو استعمال ڪندو هو.

سنڌ ۾ پڙهيل، خدا ترس، روشن خيال، محنتي، پنهنجي طئي ڪيل مقصدن جي پورائي لاءِ ڏينهن رات محنت ڪندڙ هڪڙو گهراڻو سراج الحق ميمڻ صاحب جن جو آهي. جن مان سراج صاحب، سندس پٽ ڊاڪٽر امجد سراج ، ايڊوڪيٽ ارشد سراج ، سندن پيٽون ادي فهميده حسين ۽ انيسہ ميمڻ اهم نالا آهن. اسان کي سراج صاحب کي ۽ سندس محنتن کي اجاگر ڪرڻ لاءِ محنت ڪرڻي پوندي ان کي Explore ۽ Re_explore ڪرڻو پوندو هيو. هن جي تمام وڏين صلاحيتن سان ريس ڪرڻي پوندي. اوهان جڏهن هن جون پراڻيون تصويرون ڏسندا تہ هڪ انتهائي سنجيده ۽ ڪم سان ڪم رکڻ وارو انسان اوهانجي سامهون هوندو. پر جڏهن سنڌ جي تعليم لاءِ ڪجهہ ڪرڻ جو وقت آيو تہ سراج صاحب حيدرآباد ۾ ” سنڌ ايجوڪيشن فائونڊيشن“ لاءِ پنهنجي جاءِ امداد طور ڏني هئي. هن مونکي ٻڌايو تہ ”سنڌي ادب جو نمبر پهريون انسان جنهن سنڌي ادب لاءِ وڏي ۾ وڏو ڪم، محنت ۽ خدمت ڪئي ، اهو مرزا قليچ بيگ آهي“. هو جناب ذوالفقار علي ڀٽو جي اخبار ”هلال پاڪستان“ جو باني ايڊيٽر هيو تنهن ۾ هن ڪالم لکڻ واسطي امر جليل کي چونڊيو هيو حالانڪہ امر جليل ڪنڌڪوٽ ۾ هڪ هندو نياڻي سان ٿيل زيادتي تي لکيل تاثراتي ڪهاڻي ” ساڻو ساڻو ساهہ“ جي ڪري ان دور جي سرڪار ۾ موجود وڏيرن لاءِ ناپسنديده شخص بڻجي چڪو هيو. اهڙي طرح ٻيا ڪيترائي وڏا نالا جن کان سراج صاحب ادبي دنيا ۾ بيش بها ڪم ورتو هيو.

آئون 1952ع ۾ هن ڪتاب جي ترجمي جا پهريان صفحا پڙهندي اچرج ۾ پيو هوس تہ ڪيئن ڪرشن چندر هڪ سنڌي عورت جو ذڪر ڪيو آهي ۽ اردو ۾ لکيل ان ناول جو ترجمو ڪندي سراج صاحب ان لاءِ ”سنڌياڻي“ جو لفظ استعمال ڪيو آهي. اڄ ”سنڌياڻي“ جو اهو لفظ اوپرو ناهي، بلڪہ مروج آهي. پر اها ڳالهہ محسوس ڪري سگهجي ٿي تہ 1952ع ۾ سراج صاحب سنڌي عورت لاءِ اهو لفظ استعمال ڪيو هيو.

جڏهن تہ هند سنڌ جا غير سنڌي اديب "سِنڌِڙِ" لفظ استعمال ڪندا رهيا آهن. اهو پڻ خيال ڪجي تہ سنڌي ماڻهن ڪي هڪ ..هڪ .. لفظ ڪي تسليم ڪرائڻ لاءِ ڪيڏي نہ محنت ڪرڻي پوي ٿي، جيڪا سراج صاحب ۽ ٻيا محنتي ماڻهو ڪندا رهيا آهن.

هن ناول جي ٽئين ڇاپي جا پروف پڙهڻ جي سعادت مون پاڻ گهُري ۽ حاصل ڪئي. ڇهہ مهينا اڳ، جڏهن سنڌ ڪلچر کاتي امر جليل جي ڪهاڻين جي ڇئن ڪتابن کي هڪ وڏي جلد ۾ سموهيو هيو تہ ان جا پروف بہ مون پاڻ چيڪ ڪندي خوشي محسوس ڪئي هئي. اهي ننڍيون ننڍيون خوشيون اصل ۾ وڏين خوشين جو بنياد آهن.

ڊاڪٽر ايوب شيخ

*2 ڊسمبر 2012ع*
*ڪراچي سنڌ*
*ayoub_shaikh@yahoo.com*

**مون** پنهنجي مرڪ ۾ ماڪي پيري، دريءَ پٺيان ويٺل سنڌياڻيءَ کي چيو " مون کي مدراس ايڪسپريس ۾ ترپيور لاءِ هڪ جڳهه کپي. "

سنڌياڻيءَ پرسان ويٺل گجراتي ڪلارڪ ڏانهن نهاريو. نگاهن ئي نگاهن ۾ خبر ناهي هڪ ٻئي سان ڇا ڳالهايائون، پوءِ وري مون ڏانهن مهڙ ڪري، سنڌياڻيءَ رُڪائيءَ سان چيو " جڳهه ڪانهي. "

مون چيو " اڄ جي ناهي ته سڀاڻي جي ئي سهي. "

" سڀاڻ جي به ڪانهي " هن ڳالهايو ايئن ڄڻ مشين تي ڳالهايو "پرينهن جي. "

سنڌياڻيءَ کي گجراتي ڍنگ جي چولي پاتل هئي، جنهن تي آرسين جو پرت ٿيل هو مون هن ڏانهن نهاريو ته هن جي چوليءَ جي ننڍڙين ننڍڙين سوين آرسين ۾ منهنجا پاڇا پئي نچيا. سنڌياڻيءَ ساڙهي سنڀالي پاڻ ڍڪيو وري هڪ دفعو گجراتي ڪلاڪ ڏانهن نهاريائين ۽ پوءِ چيائين " پرينهن جي به ڪانهي. "

هينئر مون پنهنجي سياءَ جي ڪل خوشامد پنهنجي مرڪ ۾ پيري چيو " ڏس مان پناهگير آهيان " سنڌياڻيءَ جي منهن تي دلچسپيءَ جي

هلڪي جهلڪ نمودار ٿي، پر گجراتيءَ جي منهن ۾ گهنج پئجي ويو سنڌياڻي سوال ڪيو.

"سنڌي آهين؟"

"مون هڪدم جواب ڏنو" "نه"

"ته بنگالي آهين"

"نه"

"پنجابي.."

"نه"

سنڌياڻيءَ هينئر خفي ٿي چيو "تڏهن ڪٿان آيو آهين؟

"بمبئي جوئي آهيان، پر گهر مان هڪالي ڪڍيو ويو آهيان، مون ڏانهن چئن مهينن جي مسواڙ رهيل هئي. "سنڌياڻيءَ چيو "ڏس مسٽر، هيءَ مذاق جي جڳهه نه آهي، ويهين تاريخ تائين ڪا به جڳهه خالي ڪانهي، باقي معمولي سيڪنڊ ڪلاس جي ٽڪيٽ ڪپيئي ته سامهون دريءَ تان پڇا ڪر، شايد ملي وڃيئي"

ايڏي ڊگهي تقرير بعد سنڌياڻي ايئن سهڪڻ لڳي، ڄڻ هماليه جي چوٽي چڙهي آئي هئي، مان سامهون ٻي دريءَ ڏانهن وڌيس"

سامهون ٻيءَ دريءَ تي هڪ تمام سهڻي مرهٽياڻي ويٺي هئي، پيشانيءَ تي چمڪندڙ ٽڪلو گول گول سفيد مکڙوا مون کي دريءَ ڏانهن وڌندو ڏسي موتين جهڙا ڏند ڏيکاري، پنهنجي خاص انداز سان مرڪي چيائين، "اڄ ڪا به جڳهه ڪانهي."

"سيٽ؟" مون رڪائيءَ سان سوال ڪيو.

هن ڏاڍي موهيندڙ نموني ۾ چيو سيٽ به ڪانهي، ڄڻ ته مون تي احسان ٿي ڪيائين.

"پرينهنءَ؟" مون ذرا ترشيءَ وچان پڇيو.

"پرينهنءَ چا، پاويهين تاريخ تائين ڪانهي" هن اچا به مشڪي چيو هن جي مرڪ اهڙي ته مٺي هئي، جيڪر مانيءَ تي ٻرڪي ڪائي ڇڏجي، پر مون کي ان وقت مانيءَ جي بک ڪانه هئي، مون کي سيٽ گهربل هئي، آءٌ هڪدم ڊويزنل ٽرئفڪ مئنيجر وٽ وڃي پهتس.

ڊويزنل ٽرئفڪ مئنيجر هڪ مرهٽي سردار وانگر ڏاڍي مضبوطيءَ سان ڪرسيءَ تي ويٺو هو. هن جي گنجيءَ ٽوڙهه مٿان بجليءَ جو بلب پئي چمڪيو ۽ ان جي روشني سندس گنجي ٽوڙهه تي چمڪي ان جي چوڌاري چڪر ٺاهي ڇڏيو هو جيئن اوتارن ۽ ولين جي تصويرن ۾ انهن جي سِرَن جي چوڌاري نور جو چڪر ڏسبو آهي، آءٌ هن جي سامهون پيپل ڪرسيءَ تي ويهي رهيس.

" مون کي اڄ ڪيئن به ڪري ترپپور وڃڻو آهيَ "

" پلي وڃو"

" پر جڳهه نه ٿي ملي "

هَن بيوسيءَ مان ٻانهون پکيڙي چيو. "ته مان ڇا ٿو ڪري سگهان ؟ "

مون چيو مانس، " ڳالهه فقط هيءَ آهي ته سڀاڻي ترپپور ۾ ڏکڻ هندستان جي ناميارن اديبن جي هڪ ڪانفرنس ٿيڻي آهي، جنهن جو مان صدر آهيان، جيڪڏهن مان اڄ هتان روانو نه ٿيندس ته هو ويچارا بيحد نااميد ٿيندا. "

مرهٽي سردا رڙ ڪري چيو " پٽيوالا! "

پٽيوالو اندر آيو

" هيڊ ڪلارڪ کي سڏي وٺ. "

هيڊ ڪلارڪ اندر آيو.

" هن جئنٽلمين کي مدراس ايڪسپرس ۾ هڪ جڳهه ڏيو "

" جڳهه نه، برٿ ( بينچ ) ٻن ڏينهن ۽ ٻن راتين جو سفر آهي "

" برٿ ڏيوس " مئنيجر ڪڙڪي سان چيو

هيڊ ڪلارڪ پنهنجي چڇين اکين سان هڪ دفعو مون ڏانهن نهاريو پوءِ چيائين، " حاضر سائين. "

ٻاهر نڪري هيڊ ڪلارڪ مون کي هڪ پرزو ڏنو ۽ چيائين ته " ٽڪيٽن واريءَ دريءَ تي ڪٽي وڃو اوهانجو ڪم ٿي ويندو. "

مان وري جڏهن سنڌياڻيءَ واري دريءَ وٽ پهتس ته گجراتي ڪلارڪ گهبرايل چهري سان هن جي ڪن ۾ آهستي چئي رهيو هو " هُن سيٽ جو ريزرويشن لاءِ فون آيو هو. "

مون کي پنهنجي سامهون بيٺل ڏسي سنڌياڻي بيحد خفي ٿي چيو "مون جڏهن توکي هڪ دفعو چيو ته......" مون هن کي جملو پورو ڪرڻ نه ڏنو ۽ هڪدم هيڊ ڪلارڪ وارو پرزو ڪڍي هن جي اڳيان رکيم. پوءِ حسين سنڌياڻيءَ کي کيڪاري چيم "جڳهه ته ملي ويئي، هاڻي رات جي ماني لاءِ هڪ تار ته موڪلي ڏج."

هن جي سويل واري مرڪ گم ٿي ويئي ۽ منهن ڦيري ڇڏيائين. سنڌياڻيءَ ڪاغذ جو پرزو ڏسي حيرت مان سوال ڪيو. "توکي جڳهه ڪيئن ملي ويئي؟"

حيران ته آءٌ پاڻ به هوس، پر چپ رهيس، ڇاڻ ان ۾ به ڪو سرڪاري راز هو. هو به سچ پچ سرڪاري راز. ويچاري ٽرئفڪ مئنيجر الائي ڇا سمجهيو ته مان ڪهڙن اديبن جي ڪانفرنس جو صدر بڻجڻ ٿو وڃان، پر جيڪڏهن هن کي خبر هجي ها ته مان ترقي پسند اديبن جي ڪانفرنس ۾ ٿو وڃان، ته مدراس ايڪسپريس ته پري رهي، مال گاڏيءَ ۾ به جڳهه ڪا نه ڏئي ها. خاص ڪري هينئر جڏهن ٻڌجي ٿو ته سيني صوبائي سرڪارين وٽ انهيءَ قسم جون هدايتون اچي ويون آهن، ته ترقي پسند اديبن تي خاص نگاهه رکو ۽ انهيءَ هدايت موجب ڪو به سرڪاري ملازم ترقي پسند اديبن جي جماعت جو ميمبر ٿي نه ٿو سگهي، سواءِ سي آءِ ڊي جي.

جڏهن ٽڪيٽ جو ڪم ختم ٿيو ته مون واچ ڏانهن ڏٺو اڃا هڪ ٿيو هو. گاڏي ٻي بجي ڇٽڻي هئي، مان به چپ چاپ گاڏيءَ ۾ وڃي جڳهه تي بسترو لڳائي سمهڻ جي نيت سان ليٽي پيس.

رات جو ٽين بجي هڪ مسافر مون کي ڊونڊاڙي سجاڳ ڪيو جنهن اسٽيشن تي مون ڪاڏي لاءِ تار ڏني هئي، اها اچي ويئي هئي ۽ هوٽل جو ماڻهو ٽفن ڪڍي حاضر بيٺو هو اڄ مون کي پهريون دفعو ڏکڻ هندستان جي نج ڪاڏي کائڻ جو موقعو مليو. پهرين پٽڙ ۾ ڇٽڻي، ٽماٽن جي سُوپ جهڙي ڪٽي، پوءِ ٻوڙ جنهن ۾ دال ۽ دنيا جون سڀ ڀاڄيون پيل هيون، پوءِ ٻن قسمن جا ڏڌ، پڇاڙيءَ واري پٽڙ ۾ چانور ۽ هڪ ننڍڙي وٽيءَ ۾ پپل ۽ ڪيوڙي جي پن تي اٽي جي ماني ۽ به پيرم جنهن کي اسين فقط پاپڙ ڪوٺيندا آهيون. مان اهو ڪاڏو کائي وري سمهي پيس ۽ جڏهن وري صبح جو اٿيس ته ڏٺم ته

بمبئيءَ پر ڳڻو گهٽو پئتي رهجي ويو هو ۽ گاڏي شو..شو.. ڪندي ڏکڻ هندستان جي ماترين مان پئي لنگهي.

هن اڻ واقف ملڪ ۾ مان پهريون ڀيرو آيو هوس، انهيءَ ڪري سڄو وقت دريءَ وٽ ويهي ٻاهر جو نظارو ڏسڻ لڳس. هتي جو نظارو بمبئيءَ جي نظاري کان بلڪل نرالو آهي. جيتوڻيڪ جبلن جي قطار اها ساڳي اُلهندي گهاٽن واري آهي، پر هي خط استوا کي تمام ويجهو آهي، جنهن ڪري هتي جا گل ڦل ۽ وڻڪار بلڪل تبديل آهي. خير، بدليل برابر آهي، پر پوءِ بہ ڏارين ڪا نہ ٿي لڳي، جيتوڻيڪ هن طرف آيو پهريون دفعو هوس، تڏهن بہ ايئن پئي سمجهم تہ اهي نظارا اڳ بہ ڏسي چڪو آهيان. اوچتو اکين سامهون وڻڪار جو هڪ قسم ڏٺم. جهڙو ڪشمير جي هيٺين پهاڙي علائقن ۾ يعني ميرپور ۽ ڪوٽلي ۾ ڏسبو آهي. عجب ڪاڏم تہ اها ساڳي جنس هتي بہ ڪيئن ٿي اپري ۽ منهنجي من جو پکيئڙو وچي ان بد نصيب واديءَ ۾ پهتو جتي اڳي ڳوناٽا پنهنجا مٺا ۽ سُريلا گيت ڳائيندا هئا، پر اڄ اتي گولين جي ٺڪا ٺوڪي ٿي ٻڌجي. جتي اڳي انسان هڪ ٻئي سان پريت ونڊيندا هئا، اتي اڄ نگاهن ۾ نفرت پريل آهي. جتي اڳي ڪڙمي هر ڪاهيندو هو اتي اڄ فوجي سپاهي ڪڏون پيو ڪوٽي. جتي هڪ طرف هندستان ۽ پاڪستان پرديسي شاهوڪارن جي هٿ ۾ ڪاٺ جون پتليون بڻجي سامراجيءَ شهنشاهت جو ناچ پيا نچن ۽ ٻئي طرف غريب ڳوناٽا زندگيءَ ۽ موت جي جدوجهد ۾ رڌل آهن. مان وري ڏکڻ هندستان جي ان دلڪش واديءَ ۾ موٽي آيس، سوچڻ لڳس " هتي تہ سڪون آهي، امن آهي، هيءَ نظارو ڪهڙو نہ سانتيڪو آرام بخش آهي، ننڍڙا جبل، ڪٿي ڪٿي انهن جون ٻاهر نڪتل گول چوٽيون، ايئن پئي لڳو ڄڻ اس کان بچڻ لاءِ جبلن بہ انگريزي ٽوپلا ڪڍي پاتا هئا. پري تائين ميلن ۾ ڇانيل جهنگ، ٻنيون ٻارا، ڪٿي پوک پئي ٿي تہ ڪٿي فصل پئي لٿو ڪٿي. آن جا سنگ اڃا ساوا هئا تہ ڪٿي پيلا ۽ سونهري پئي ڏٺا ۽ لابارو پئي پيو ۽ وري پهاڙي نظارو، ڪشميري قسم واري وڻڪار اس ۾ چمڪندي اکين سامهون ڊوڙندي ٿي ويئي. ڪٿي وري ڪجيءَ جي ڇانو هيٺ ساون چراگاهن ۾ چوپائي مال جا ڌڻ، ڪٿي نارنگين جا باغ، ڪٿي وڻن جي

جهڳتن وچ ۾ پراڻا مندر ۽ انهن جي اڳيان بيٺل سينواريل پاڻيءَ جا تلاءَ، جيڏو مندر جو ميدان اوڏو تلاءَ جو پيٽ. اتر هندستان وارا تڪنڊا مندر نـه، پر ڏکڻ هندستان جا عاليشان مندر هيٺ کان وٺي چوٽيءَ تائين جهنگل جيئن پکڙيل، اڏاوتي هنر ۾ سنگتراشيءَ جا بهترين مثال! اتر هندستان جا مندر ننڍڙا، سوڙها ۽ ٻُسا آهن، پر ڏکڻ هندستان جا مندر اوتارن جي روح جو عڪس آهن، هو جهنگلن جي ويڪر ۾ پهاڙن جي بلنديءَ تي ۽ نيري آسمان جي آزاد ماحول ۾ وڏي وڏا ٿيل آهن ۽ اهي سڀ خصوصيتون هنن پنهنجي فن ۽ اڏاوت ۾ سمايون آهن. ايامن کان ڏکڻ هندستان جي تهذيب ۽ روزاني زندگيءَ جو مرڪز مندرئي پئي رهيو آهي، اتي شروع کان وٺي اڄ ڏينهن تائين مندر رڳو پوڄا جي جاءِ ئي نـه رهيو آهي، بلڪ عوامي ۽ سماجي موقعن تي بـه انهن کي ڪم ۾ آندو ويندو آهي. اتي جا مندر ناچ گهر آهن، سڀ قسم جي فن جا مرڪز آهن، حاڪم پنهنجا عهدناما مندرن ۾ ڪندا آهن، شاديون مندرن ۾ ٿينديون آهن. لڙائي تي وڃڻ کان اڳ سپاهي مندر ۾ مٿو ٽيڪي پوءِ ويندا آهن، وهنجڻ ڪرڻ مندرن جي تلائن تي ٿيندو آهي، رڌڻ بچائڻ لاءِ پاڻي مندرن مان پربو آهي، ڏکڻ هندستان ۾ روزاني زندگي جو مرڪز مندر آهي ۽ شايد انهيءَ ڪارڻ ئي اتي برهمڻ پڻي جو ايترو زور هلندو رهيو آهي.

ڪترپا کان ننڊرپور تائين انهن دل وٺندڙ قدرتي نظارن ۾ ڪٿي بـه ڪو رُکو اَپوڳو خال ڪونهي، انهن نظارن جو سلسلو مدراس علائقي کان شروع ٿي حيدرآباد ۾ وڃي ختم ٿو ٿئي. نند پور ۾ منهنجي گاڏي ۾ هڪڙو رومن ڪئٿولڪ پادري ۽ هن جو هڪ ديسي ساٿي بـه اچي چڙهيا. ڪئٿولڪ پادريءَ جو سرخ گول مول چهرو بلڪل ٻارن جهڙو هو جنهن تي سڄو وقت هڪ وٺندڙ مرڪ پئي ڪيڏيو. هن جو ساٿي ڳلن پيٺل، سانوري رنگ جو هو هن مون وٽ اچي چيو " مون کي خبر آهي تـه هي برٿ توهان لاءِ رزروڊ آهي، پر اسان کي فقط چار اسٽيشنون پري وڃڻو آهي، جيڪڏهن اعتراض نـه هجيوَ تـه اسين هتي ويهون " انهيءَ تي آءٌ پلا ڪهڙو اعتراض واريان! پيو تـه ٻاهران بٽنڊ ٻاجن جو بـه آواز پئي آيو مون سوچيو تـه ضرور ڪو وڏو اڳواڻ آهي، جنهن لاءِ هيڏو ناهه نوهه ڪيو ويو آهي. دريءَ کان

ٻاهر نهاريم تہ ڪي سرڪاري عملدار ۽ ڪيترائي سپاهي بيٺل نظر آيم. ڪن لاءِ خيال آيم تہ منهنجي استقبال لاءِ تہ ڪو نہ آيا آهن، پر اُتيئي ويچار آيم تہ نہ، اڃا اهو زمانو ڪو نہ آيو آهي، جو اسان جهڙن کي ٻئنبڊ وڃائي گرفتار ڪيو وڃي. سو مون مشڪي پادريءَ کان پڇيو "هي توهان کي ڇڏڻ آيا آهن؟" پادري ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو چيائين "واهہ واهہ، واهہ جو چرچو آهي، تري ميندوس" هن جا انگريزي اُچار عجيب هئا، "ٽ" کي "ت" ۽ "ڊ" کي "د" انهي ڪري Tremendous (ٽريمنڊس) کي "تري ميندوس" ٿي چيائين. چَپَ ايئن ٿي هلايائين ڄڻ وات ۾ گرهہ پيو هوس، مون کي شڪ پيو تہ هي پادري انگريز ڪونهي پر اوڏي مهل پڇڻ جو وقت ڪو نہ هو. ديسي پادريءَ ٻڌايو تہ هيءَ ٻئنبڊ مدراس جي فود منسٽر (خوراڪ جي وزير) لاءِ وڃي رهي آهيَ، سپاهي ۽ سرڪاري ملازم هن کي ٺئي اماڻڻ لاءِ آيل آهن ۽ هي ميون ۽ ڀاڄين جا ٽوڪرا بہ هن لاءِ آهن، اهي سڀ "وڏيڪ اناج پيدا ڪريو" جي ثابتيءَ طور آهن.

مون وري دريءَ مان ٻاهر نهاريو ۽ وزير صاحب کي پنهنجي پر واري گاڏي ۾ چڙهندو ڏٺم. هن جي آس پاس بہ چار ڊزن سپاهي هئا. ڪنهن زماني ۾ اهو فرض عوام پاڙيندي هئي، پر اڄ هنن جي چوڌاري اهائي پراڻي پوليس، اُهيئي خوشامدڙيا، اُهيئي ميون ۽ متاين جا ٽوڪرا. مون هينئر وڏي پادريءَ کي چيو "فادر! منهنجو اندازو غلط ڪو نہ هو هي ٻئنبڊ ٻاجا هڪ پادريءَ کي ٺئي ڇڏڻ آيا آهن، گانڌي مت جي هڪ وڏي پادريءَ کي .. " ٻئي پادري مون ڏانهن گهوري نهارڻ لڳا. مان مشڪڻ لڳس، وڏي پادريءَ وري ٽهڪ ڏيئي چيو "تريمندوس"

مون سوال ڪيو "گاڏي هتي گهڻو وقت بيهندي آهي؟"

ديسي پادريءَ جواب ڏنو "پنج منٽ!" مون خفي ٿيءِ چيو "پندرهن منٽ تہ ٿي ويا اٿس" هن چيو "هلندي.. هلندي گهبرايو نہ" ايتري ۾ هڪڙو پيرسن جنهن جي مٿي ۽ ڏاڙهي جا وار سفيد هئا، گلاب جي گلن جي ٽوڪري ڪلهي تي رکي، اسان جي گاڏي وٽ آيو ۽ اندر ليئو پائڻ لڳو. مون پڇيو مانس، "هيءَ گل ڪيئن ٿو ڏين؟"

ٻڍي ٽوڪري هڪدم پنيان هٽائي ڇڏي ۽ مون ڏانهن ملامتي نگاهن

سان نهاريندي پڇيائين ” بيگم اندر آهي؟ “

ديسي پادري هڪدم چيس، ” نہ هوءَ اڳئين گاڏي ۾ آهي. “ ٻڌو اڳتي وڌيو.

مون حيران ٿي هن کان سوال ڪيو ” هيءَ ڪهڙي ماجرا آهي؟ “

ديسي پادريءَ وراڻيو: ” اها لمبي ڪهاڻي آهي، ڇئن اسٽيشنن تائين پوري ڪا نہ ٿي سگهندي، انهيءَ ڪري مختصر ڪري ٿو ٻڌايانءِ.. “

هن ٻڍي جو نالو ياسين آهي، پيٽم پور جي راجا جي باغن ۾ مالهيءَ جو ڪم ڪندو هو هي ننڊپور جي آسپاس ميلن ۾ پکڙيل جيڪي باغ باغيچا ڏسو ٿا، اهي سڀ پيٽم پور رياست ۾ اچي وڃن ٿا، انهن باغن جون نارنگيون سڄي ڏکڻ هندستان ۾ مشهور آهن، ناگپور جون نارنگيون انهن اڳيان ٽڪو بہ ڪين لهن.

ياسين سالن کان انهن باغن ۾ ڪم ڪندڙ هو ڪانئس اڳي سندس پيءُ اتي ڪم ڪندو هو پيٽم پور رياست جو هڪ وفادار رهاڪو آهي، ياسين واري باغ جي پرسان ئي راجا صاحب هن کي ننڍو زمين ٽڪر ڏنو هو جتي هن جي ڪکاين جهوپڙي هئي، ان زمين تي هو آنُ پوکيندو هو ياڃين جون وليون هڻندو هو گل ڦل باغ مان ملندو هوس، سکيو وقت پئي گذريس ۽ هو بہ ڏينهن رات پنهنجي ڪم ۾ مشغول رهندو هو. هي ڏاڍو پڪو مسلمان آهي، پنج وقت نماز پڙهندو آهي.

ياسين جي زال کي گذرئي سال ٿي ويا، رڌڻ پچائڻ ۽ گهر جو ڪم ڪاج هنجي ڌيءَ بيگم ڪندي هئي- بيگم کي ياسين پنهنجي هٿن سان پاليو هو بيگم ماءُ جي وفات وقت پنجن سالن جي ٻارڙي هئي، مون انهن ڏينهن ۾ ئي ياسين کي چيو تہ اها ٻالڪي اسان جي ڪانوينٽ يعني ديول ۾ ڪٽي ڏي، اتي هن کي تعليم ملي ها، هن جي پرورش بہ سٺي ٿئي ها، پر هن ڪمبخت ٻڍي منهنجي ڪا ڳالهہ نہ مڃي. ان وقت مون کي چوڻ لڳو ” پادري صاحب! منهنجي زال جي هڪڙي نشاني باقي وڃي رهي آهي، سا بہ جي اوهان کي ڏيئي ڇڏيان تہ باقي مون وٽ ڇا رهندو. اوهين نہ رڳو منهنجي ڌيءَ پر منهنجو ايمان بہ مون کان کسي رهيا آهيو. “

خير سائين، ياسين پنهنجي نياڻيءَ کي نپايو هميشہ پنهنجي اکين

اڳيان رکندو هوس، باغ ۾ ويندو هو تڏهن به کيس ڪلهي تي چاڙهي پيو گهمندو هو ماڻهو چوندا آهن ته مامتا جو جذبو رڳو ماءُ ۾ هوندو آهي، پر مون ته اهو جذبو بيگم جي پيءُ ۾ به بيدار ٿيل ڏٺو آهي.

بيگم وڏي ٿي ڏاڍي طرحدار نڪتي. اوسي پاسي جي ڳوٺن ۾ به اهڙي سهڻي ڇوڪري ڪا نه هئي. جڏهن گل ٽڙندو آهي، تڏهن انهيءَ جي سڳنڌ پري پري تائين وڃي پهچندي آهي، بيگم جي حسن جي چوءَ پچو راجا جي ڪنن تائين پهتي، هن جي رڳ به ڦڙڪي، پر دل جهلي ويهي رهيو. جو سندس عمر اسي ورهين کان به مٿي ٿي چڪي هئي، هاڻ ته گل چنڻ ۽ سندس خوشبوءِ سنگهڻ جي طاقت به منجهس ڪا نه رهي هئي، انهيءَ ڪري هو ويچارو به دل کي هٿ ڏيئي رهجي ويو اهڙي دل جنهن جو ڌڙڪڻ بس ڪنهن به گهڙيءَ بند ٿيڻ تي هيو.

بيگم پنهنجي پيءُ سان گڏ باغ ۾ ڪم ڪار ڪندي هئي، هوءَ پنهنجي ڀنين ۾ به مردن وانگر ٿي ڪم ڪندي هئي، چاڪاڻ ته هاڻي هن جو پيءُ پوڙهو ٿي ويو هو ۽ هن کان ايتري محنت به نه ٿئي ٿي. انهيءَ کان سواءِ هوءَ پنهنجي جهوپڙي جو به ڪم ڪار ڪندي هئي، بيگم پنهنجي دل ۾ اهو فيصلو ڪري ڇڏيو هو ته جيسين سندس پيءُ جيئرو آهي، تيسين هوءَ شادي ڪانه ڪندي. جڏهن به ياسين هن جي اڳيان شاديءَ جو نالو ورتو تڏهن هوءَ هن سان خفا ٿي وڃي پوندي هئي ۽ ڏينهن جا ڏينهن هن کان رٺل رهندي هئي، ڏاڍي جذباتي ڇوڪري هئي، جيڪڏهن ڪا نوينٽ ۾ اچي ها ته هن وقت هوءَ هڪ ڏاڍي سٺي راهبه هجي ها، پر افسوس صليب هن جي قسمت ۾ نه هئي، بيگم جون سموريون عادتون مردانه هيون، پر هڪڙي ڳالهه هن ۾ اهڙي هئي جنهن مان عورتائي سونهن جو ڀرپور اندازو ٿيندو هو. هن کي گلن سان عشق هو ۽ گل به گلاب جا. هن پنهنجي جهوپڙي جي چوڌاري جهنگلي گلاب جون وليون پوکي ڇڏيون هيون، ۽ جهوپڙيءَ کان ٻاهر به پنهنجي ننڍڙي باغيچي ۾ طرح طرح جا گلاب ڪونڊين ۾ لڳايا هئائين، انهن گلابن جي قلمن لاءِ بيگم کي ٻين باغن جي مالهين کي ڪيتريون منٿون ڪرڻيون پيون هيون، ڪيڏي جانفشانيءَ سان انهن گلابن جي سهڻن گلن کي پنهنجي جهوپڙيءَ جي آس پاس

سينگاريو هئايئن. ياقوت جهڙا ڳاڙها گل. شفق جي رنگ جهڙا گلاب-
گلاب جن جي رنگت ۾ صبح جو سون گهوٽيل هو چانڊوڪي رات وانگر
سفيد ۽ معصوم گلاب ۽ ٻيا پيلا گلاب، پنهنجي اندر ۾ جدائيءَ جي پيلاڻ
۽ تپش کڻندڙ گلاب، جن جي خوشبوءِ ايتري قدر تيز هئي جو پري پري
تائين اناج جي ٻنين ۾ ڦهلجي ويندي هئي، ۽ گلاب جن جي خوشبوءِ
محبت جي خاموش راز وانگر جهيڻي، هلڪي، گهري ۽ پراسرار هئي،اها
خوشبوءِ جا هڪڙي ڇهري تان اڏامي ٻئي ڇهري تائين پهچي سگهي ٿي،
اهڙا سوين گلاب هئا، جي بيگم جي باغيچي ۾ ٽڙيل هئا، جي بيگم جي
ڪارن وارن جي زينت هئا، جي هن جي گلي جا هار هئا، ۽ هن جي ڪپڙن
جي دلنواز مرڪ... بس اهائي گلاب جي محبت بيگم جي ڪمزوري هئي
۽ ياسين کي خبر هئي ته اها ڪمزوري خود هن بيگم جي مزاج ۾ پيدا
ڪئي آهي، ننڍپڻ کان هن وٽي ڏيءَ کي گلن سان محبت ڪرڻ سيکاريو
هو هو هن لاءِ باغيچي مان چورائي سهڻا سهڻا گل آڻي ڏيندو هو جن سان
هوءَ ڪلاڪن جا ڪلاڪ ويٺي راند ڪندي هئي، هاڻ اهو گلن سان
کيڏڻ وارو زمانو ته گذري ويو پر گلن سان هن جي محبت اڃا به باقي هئي،
۽ هن جي جهوپڙي گلاب جي ٽڙيل مکڙين سان ايتري قدر ڀريل هئي جو
ايئن ٿي معلوم ٿيو جو ڄڻ ته هي ڪو مدارسي ڳوٺ ڪو نه هو ڪو
ايراني باغيچو هو.

هڪڙي ڏينهن پيٺم پور جي راجا جو ولي عهد پنهنجي دوستن سان
نندپور ۾ شڪار لاءِ پهتو هنن جا پنهنجا جهنگ هئا، پنهنجا باغ هئا،
رعيت به پنهنجي هئي، چئني طرفين پنهنجي ملڪيت هئي، ڊپ ڪنهن
جو ڪو نه هو اسٽيشن جي هڪڙي سائڊنگ ۾ هنن جو اسپيشل سيلون
( خاص گاڏو) لڳايو ويو ۽ ولي عهد صاحب پنهنجي شڪارين کي ساڻ
کڻي شڪار لاءِ نڪري ويو. هنن شڪار ڪيو چيتا، رڇ، هرڻ، سوئر ۽
ڪيترائي جهنگلي جانور هٿ لڳن، شڪارين مان فقط ٻن ٽنائين جو
نقصان ٿيو هڪڙي کي چيتي ڦاڙي ڇڏيو ٻيو هڪڙي جهنگلي سوئر جي
ور چڙهي ويو جنهن سندس سخت ٽوني سان هن جي پيٽ کي چيري آنڊا
ڪيڍي ڇڏيا، ۽ پوءِ غصي ۾ اچي هن ويچاري غريب هاريءَ کي پري اڇلائي

اونڌو ڪري ڇڏيو ان وقت سوئر تي گولين جو وسڪارو ٿي رهيو هو پر ان ڪمبخت مرڻ تائين انهي غريب کي ڇيلهه کان وٺي ڳچي تائين بلڪل اڻپڙي ڇڏيو اهو راجا جو ڏيو پراڻو شڪاري هو پر هاڻ ڇا ٿي ٿي سگهيو شڪار ۾ ته ايئن ٿيندو آهي، بلڪ اڪثر ته ايئن ئي ٿيندو آهي جو هڪڙو چيتو به شڪار ڪو نه ٿيندو آهي ۽ ٻه چار خفتي مفت ۾ جهنگلي جانورن يا ڪنهن ٻئي شڪاريءَ جي گوليءَ جو نشانو بڻجي ويندا آهن، انهيءَ ڪري اڄوڪو ڏينهن ته پاڻ سنو ٿيو پنڌرهن کن جانور هٿ آيا، جن مان ٽي چيتا هئا، ۽ پنهنجي طرف کان فقط ٻن شڪارين جي جان ويئي.

ولي عهد ڏاڍو خوش ٿي پنهنجي سيلون ڏانهن موٽيو وهنجڻ کان پوءِ شراب جو دور هليو شراب جي دوران ۾ جڏهن ولي عهد جون اکيون گلابي ٿي ويون ۽ زبان ۾ هيڪ ٿيڻ لڳي، تڏهن ڪنور بير سنگهه هٿ ٻڌي عرض ڪيو:

” حضور! آءٌ اڪيلائيءَ ۾ ڪجهه عرض ڪرڻ گهران ٿو. “

ولي عهد پنهنجي ڪرسي تان اٿيو ۽ ڪنور بير سنگهه کي پاڻ سان وٺي پنهنجي خواب گاهه ۾ آيو اتي هن هڪ ڇوڪري ڏٺي، جنهن کي ڏسي هو اتي ئي واٽڙو ٿي بيهي رهيو ۽ پوءِ شرمائجي اکيون ڪٽي هيٺ ڪيائين ۽ بير سنگهه کي چيائين، ” ڪنور جي! هيءَ ڪير آهي ۽ اسان جي ڪمري ۾ ڇا پئي ڪري؟“

ڪنور جي مرڪي جواب ڏنو ” حضور! هيءَ اوهان جي رعيت آهي، اوهان جي ملڪيت آهي، نالو بيگم اٿس، هن جو پيءُ حضور جي باغن ۾ مالهيءَ جو ڪم ڪندو آهي “

ولي عهد ڏاڍو شرميلو هو هن جي باري ۾ سڄي جاگير ۾ اهو مشهور هو ته ولي عهد ڪڏهن به عورتن ڏانهن نگاهه کڻي نه ٿو ڏسي سگهي، راجا صاحب جي صلاح سان ولي عهد جي دوستن ڪيترا پيرا هن کي حسن جي ” محفل “ لاءِ پڙڪايو پر هر ڀيري ولي عهد نتائي ڇڏيندو هو !، لاچار راجا صاحب ولي عهد جو مڱڻو ڪري ڇڏيو ۽ ايندڙ مهيني ۾ شادي هئي، پر راجا صاحب کي اهو کٽڪو هو ته ويچارو ولي عهد ٻين ولي عهدن وانگر نامرد نه ثابت ٿئي، انهيءَ فڪر ۾ هو ڳرندو پئي ويو پلو ٿئي ڪنور بير

سنگهہ جو هن راجا صاحب جي اڳيان شڪار جو پروگرام رکيو ۽ پنهنجي تجويز کان بہ آگاهہ ڪيائينس، راجا صاحب راضي ٿي ويو انهيءَ ڪري هاڻ هيءَ ڇوڪري ولي عهد جي خواب گاهہ ۾ موجود هئي.

ولي عهد چيو "توکي خبر آهي تہ ايندڙ مهيني ۾ منهنجي شادي ٿيڻ واري آهي؟"

ڪنور بير سنگهہ کلي چيو "انهيءَ ڪري ڇاٽي پيو؟ سرڪار! هيءَ هڪڙي مشق ٿي پوندي.." پوءِ ٿورو رُڪجي چيائين "ذرا نظر تہ ڪريو حضور! ڪهڙو نہ سهڻو گل آندو اٿم!"

ولي عهد نظر مٿي ڪئي ڏٺو ۽ اهو تہ آءِ بڌائي چڪو آهيان تہ بيگم بيحد سهڻي هئي.



**ولي** عهد جي پروگرام ۾ نندپور ۾ رهڻ جا فقط بہ ڏينهن هئا. پر ولي عهد ست ڏينهن رهيو ۽ ستئي ڏينهن ياسين پنهنجي ڌيءَ سان ملڻ لاءِ ايندو هو پر هن کي ڪنهن بہ سندس ڌيءَ سان ملڻ نہ ڏنو هو انهيءَ ڏينهن بہ روزاني دستور موجب پنهنجي باغ ۾ ڪم ڪري رهيو هو تہ ڪنهن اچي کيس چيو تہ "تنهنجي ڌيءُ کي راجا جا ماڻهو کڻي ويا آهن، هوءَ تلاءَ تان وهنجي اچي رهي هئي، تہ مون رڙيون ٻڌيون، مون ڏٺو تہ راجا صاحب جا ماڻهو هن کي پڪڙي ڪلهن تي کڻي گهوڙي تي سوار ٿي هليا ويا. بيگم تنهنجو نالو وٺي روئي رهي هئي، پر هاڻ ڇا ٿو ٿي سگهي، منهنجي ڳالهہ جي مڃين تہ ماٺ ڪري ويهي رهہ گهڻو گوڙ ڪندين تہ نوڪريءَ تان بہ هٿ ڌوئڻا پوندءِ"

پر ياسين پٽي ماليءَ جي ڳالهہ نہ مڃي، هو نندپور اسٽيشن تي رڙيون ۽ دانهون ڪندو پهتو ۽ اسپيشل گاڏي جي چوڌاري چڪر هڻندو رهيو پر اسپيشل گاڏي جون سموريون دريون بند هيون، ۽ انهيءَ ڪري ٻاهرين دانهن اندر نہ وڃي سگهي، ۽ اندر جو سڏ ڪو ٻاهر ٻڌڻ ۾ نہ آيو ان کان پوءِ جڏهن ياسين بيتاب ٿي گهڻو گوڙ مچايو تڏهن ڪنور بير سنگهہ ۽ سندس ماڻهن ياسين کي خوب مار ڪڍي ۽ هن کي اڌ مئو ڪري سندس

جهوپڙيءَ ۾ چڙهي آيا.

اتي ياسين ٻن ڏينهن تائين پيو هو پر مئو ڪو نه. توکي ته خبر آهي ته هي هاري ماڻهو ڏاڍا سخت جان ٿيندا آهن. هنن جي هڏي ڏاڍي مضبوط ۽ سخت هوندي آهي، ٻڍو بچي ويو پر هن جو دماغ موڪلائي ويو. چوٿين ڏينهن جڏهن ٻڍو ياسين وري اسپيشل گاڏي جي سامهون آيو ته هن جي هٿ ۾ گلاب جي گلن سان ڀريل ٽوڪري هئي ۽ هو هري هري جهڪي آواز ۾ چئي رهيو هو " منهنجي بيگم کي منهنجي اڳيان آڻيو ته آءُ ڪيس سندس گل ڏيان. "

پوءِ هو اسپيشل گاڏي جي هر دريءَ اڳيان بيهي چوندي هو " بيگم ڇا تون اندر آهين ؟ ڏس ته مون تنهنجي لاءِ تنهنجا گل آندا آهن ! "

انهيءَ ڏينهن کان ياسين جو دستور ٿي ويو ته سڄو ڏينهن اسپيشل گاڏي جي چوڌاري چڪر لڳايئندو هو ۽ رات ٿيندي هئي ته وڃي پنهنجي جهوپڙيءَ ۾ ڪري پوندو هو جڏهن صبح ٿيندو هو ته وري گلن جي ٽوڪري هٿ ۾ کڻي اسٽيشن تي اچي موجود ٿيندو هو. راجا صاحب جا نوڪر هن کي ماريندا ڪٽيندا هئا، گاريون ڏيندا هئا، ڀڄاريندا ۽ دڙڪا ڏيندا هئا،هن سان مسخري ۽ مذاق ڪندا هئا، پر هن تي ڪنهن به ڳالهه جو اثر ڪين ٿيندو هو. هو ڪنهن تي به ڪين ڪاوڙيو هو بلڪ ڏاڍي نيزاريءَ سان تمام نرم آواز ۾ نوڪرن کي چوندو هو " بيگم کي اندران سڏ ڪريو آءُ هن کي گل ڏيندس ۽ پوءِ هليو ويندس. " اهو ٻڌي راجا جا نوڪر وري زور سان کلڻ ۽ ٽهڪ ڏيڻ لڳندا هئا. ستين ڏينهن اسپيشل گاڏو هليو ويو ۽ انهيءَ سان گڏ ياسين جي زندگيءَ جي آخري اميد به هلي وئي.

***

**پادري** چپ ٿي ويو مون ڏٺو ته گاڏي آهستي آهستي ننڊپور جي پليٽ فارم کان ٻاهر نڪري رهي آهي ۽ اهو اڇي ڏاڙهي وارو ٻڍڙو پنهنجي هٿ ۾ گلاب جي گلن جي ٽوڪري جهليو پليٽ فارم جي آخري سري تي ڪنڌ جهڪايو بيٺو آهي.

پادري منهن ورائي ڀريل آواز سان چيو " انهيءَ ڏينهن کان هي ٻڍڙو

روزانو هتي ايند و آهي ۽ هر ڪنهن گاڏيءَ جي هر گاڏي ۾ جهاتي پائي پڇندو آهي ” ڇا بيگم اندر آهي؟ آءُ هن لاءِ گل ڪٽي آيو آهيان!“

***

**گاڏي** ۾ دير تائين ماٺ ٿي وئي، گاڏي هاڻ نندپور کان اڳتي نڪري جهنگ مان لنگهي رهي هئي، گوري پادريءَ آڱر جي اشاري سان مون کي ٻڌايو تہ ” هي جهنگ پيٺم پور جي راجا جا آهن، تمام پري هوڏانهن الهندي طرف حيدرآباد جي نظام جي رياست اندر انهن جابلو چوٽين تائين اهي جهنگ پکڙيل آهن، انهن جهنگن ۾ جهنگلي جانور بيحد ملن ٿا ۽ اهي جانور ايڏا تہ دلير آهن جو اوسي پاسي جي ڳوٺن مان ماڻهو کٽي وڃن ٿا ۽ هڪڙي ڏينهن تہ استيشن تان بہ هڪڙي استيشن ماستر کي کٽي ويا، ڏاڍا خونخوار چيتا آهن. هن جهنگ جا.. “

آءُ راجا صاحب جي جهنگن ڏانهن نهارڻ لڳس، ننڍين ننڍين انساني آبادين جي چوڌاري ميلن تائين ڦهليل خونخوار جهنگ، اهي مدراس صوبي کان حيدرآباد تائين ڦهليل جهنگ، جن جي وچ ۾ هڪڙو گُل قيد ٿيل آهي، ڇا اهو گل ڪڏهن بہ آزاد نہ ٿي سگهندو؟ مون نظر ڦيرائي انهن وسيع جهنگن ڏانهن ڏٺو جن جي وچ ۾ گاڏي پڇندي پئي ويئي، راجا صاحب جا خوفناڪ جانورن وارا جهنگ، ٽڪرين جي هن طرف حيدرآباد جي سرحد هئي، اوستائين بہ اهي بيلا پکڙيل هئا، انهن کان پرتي ” تلنگانہ “ هو ۽ مون سوچيو تہ اهو گل هڪ ڏينهن ضرور آزاد ٿيندو! تلنگانہ جا هٿ ۽ شاعر جي دل انهيءَ جهنگ کي فتح ڪندا، جو انسان جيَ روح جي چوڌاري ڇانيل آهي.

***

**ڪن** گهڙين جي ماٺ کان پوءِ گوري پادريءَ ڏک جهڙي آواز ۾ چيو ” اڄ ڪلهہ شڪار ۾ مزو ڪو نہ رهيو آهي. “

” ڇو؟ “ مون پڇيو.

" شڪار لاءِ شڪاري ۾ خفتي ملن ئي ڪو نہ ٿا. اڳي تہ گهڻا ملندا هئا، پر هاڻ بيٺي ملهہ تي بہ تمام ٿورا ملن ٿا. ۽ توهان کي تہ خبر آهي تہ شڪارين کانسواءِ شڪار ۾ لطف ئي ڪو نہ ايندو آهي. اڄ ڪلهہ غريبن کي بہ پنهنجي جان تمام پياري ٿي پيئي آهي. "

مون پڇيو مانس " فادر! توهان کي شڪار جو ڏاڍو شوق آهي؟ "

هن جو گول گول ٻارن جهڙو چهرو ٽڙي پيو چيائين " تري ميندوس "

چيو مانس، " فادر، توهين فرينچ آهيو يا اٽالين؟ " هن وراڻيو " مان ڊچ آهيان، هتي آئي مون کي ٽيهہ سال ٿي ويا آهن "

مون گاڏيءَ کان ٻاهر اشارو ڪندي چيو " ٽيهہ سال ئي هتي گذاريا اٿو؟ "

هن ڪنڌ سان ها ڪري چيو. " مون کي هي ٻَرِ ڏاڍو پسند آهي، هتي شڪار جو ڏاڍو مزو آهي، شينهن، چيتا، سوئر، هرڻ، هر ڪو جانور هتي آهي، بس نہ ٿو ملي تہ هڪڙو هاٿي نہ ٿو ملي، هن پٽ ۾. "

مون چيومانس، " فادر توهين ايئن ڪيئن ٿا چئو؟ هاٿي تہ هتي بہ آهن، پر توهين اُنهن جي شڪار ڪرڻ جي ڪوشش ئي ڪو نہ ٿا ڪريو توهين هميشہ غريب جانورن جو شڪار ڪندا رهيا آهيو ۽ هاٿين کي جهنگل ۾ آزاد ڇڏي ڏنو اٿو هاٿي مشرق ۾ ڪٿي نہ ٿو ملي؟ هندستان ۾ آهن، سيلون ۾ آهن، برما ۾ آهن، ملايا ۾ آهن، انڊونيشيا ۾ بہ آهن، پر انهن هاٿين جو رنگ سفيد آهي، ماڻهو چوندا آهن تہ اهو سفيد هاٿي تمام پاڪ آهي ۽ ڏاڍي جاکوڙ سان ملندو آهي، پر منهنجو خيال آهي تہ ايشيا جو ڪو ملڪ ڪونهي، جتي اهو سفيد هاٿي نہ ليندو هجي ۽ هاڻي تہ حد ٿي ويئي آهي، هينئر تہ اهو سفيد هاٿي، عرب، عراق، شام ۽ فلسطين جي بيابانن ۾ بہ پکڙجي ويو آهي، جتي جتي تيل جا چشما آهن، لوهہ جون کاڻيون آهن، ربڙ ۽ چانهہ جا کيت آهن، اتي اهو سفيد هاٿي ضرور ملندو. "

گوري پادريءَ جي منهن جو رنگ اڏامي ويو هن جا چپ اندر پکوڙجي ويا، هٿڱچيءَ ۾ لڏندڙ صليب ڏانهن وڏي ويو ۽ مون ڏانهن حقارت ڀري نگاهہ سان نهاري منهن ڪٽي ڦيريائين.

ديسي پادري چوڻ لڳو " توکي فادر سان اهڙيون ڳالهيون ڪرڻ واجب نہ هو "

مون نرمائيءَ سان چيو " مون فادر جي شان ۾ ڪا به گستاخي ڪا نه ڪئي آهي، مون فقط هاٿين جو ذڪر ڪيو. "

گاڏي اچي اسٽيشن تي پهتي، پادرين کي اچا اڇا اڳتي هلڻو هو پر هو اتي ئي لهي ويا. لهندي وقت ديسي پادري مون ڏانهن زهر ڀريل نگاهن سان ڏسڻ لڳو.

آءٌ پاڻ روڪي نه سگهيس کين چيم " وچو ٿا، ته اڳو پوءِ هيءَ ڳالهه به ٻڌي وڃو اڳي سفيد ۽ ڪارن هاٿين وچ ۾ هميشه لڙائي چالو هوندي هئي، ٻئي پنهنجا پنهنجا ٽولا ٺاهي جهنگلن ۾ گهمندا هئا. پر هاڻي ٻڌجي ٿو ته سفيد ۽ ڪارن هاٿين وچ ۾ ٺاهه ٿي ويو آهي ۽ ٻئي ڏاڍي پريم سان هڪ ٻئي سان سونڊيون ملائي ايشيا جي جهنگلن ۾ پيا ڦرن ! "

گورو ۽ ديسي پادري پنهنجو سوٽ ڪيس کڻي جيئن منهنجي دريءَ وٽان پئي لنگهيا، تيئن منهنجي وات مان نڪري ويو " تري ميندوس. "

انهيءَ رات وري ڪو خاص واقعو ڪو نه ٿيو ٻئي ڏينهن شونور کان ڪجهه اسٽيشنون اڳيان ٻه مسلمان سوداگر اچي مون واري گاڏي ۾ چڙهيا. هن جو ڪاروبار ڪوچين بندرگاهه ۾ هلندڙ هو هن جي پٺيان هڪ ٻڍو پر شوقين مدراسي به چڙهي آيو ٻڍي مدراسيءَ کي ريشمي سوٽ پهريل هو چانديءَ جي مٺئي وارو هڪ لڪڻ ساڻ هوس ۽ هٿ جي آڱرين ۾ هيرن جون منڊيون پيل هوس.

مسلمان سوداگر ۽ مدراسي مليالي ٻوليءَ ۾ هڪ ٻئي جو ڏس پتو پڇڻ لڳا ۽ نيٺ جڏهن هڪ ٻئي جي خبر چار وٺي پوري ڪيائون، تڏهين مون ڏانهن منهن ڪري پنهنجي ٻوليءَ ۾ ڪجهه چيائون، مون کين انگريزيءَ ۾ چيو "مان اها ٻولي ڪونه ڄاڻان."

سوال پڇندڙ پهرين ڇرڪ ڀريو پر پوءِ مرڪي چيايئن " معاف ڪجو مون سمجهيو ته توهين آلپيءَ جا رهاڪو آهيو."

مون وراڻيو " مون کي اُن شهر ڏسڻ جي ڏاڍي خواهش آهي. "

هن چيو. " مان آلپيءَ جو ئي رهاڪو آهيان، الپي جنهن کي هندستان جو Venice وينس ڪوٺيندا آهن."

ٻڍي پنهنجي لڪڻ کي ٺانيڪو ڪندي چيو " مان به آلپيءَ جو

رهاڪو آهيان “
مون مسلمان سوداگر نوجوان کان پڇيو ” توهين ڪهڙو ڌنڌو ڪندا آهيو؟ “
” آءٌ ايل ايل بي پڙهندو آهيان, پوءِ پنهنجي ساٿيءَ ڏانهن اشارو ڪري چيايئن, ”ﻫﻲ پنهنجي پيءُ سان گڏ ڌنڌو ڪندو آهيان “.
” ڪهڙو ڌنڌو “
” هارڊ ويئر, يعني لوهہ جو ڌنڌو توهين ڪهڙو ڪندا آهيو؟ “
مون وراڻيو ” سافٽ ويئر “
هن ٿهڪ ڏيئي چيو ” اهو سافٽ ويئر ڇا ٿيندو آهي, “
چيومانس, ” توهين لوهہ جو واپار ڪندا آهيو آءٌ قلم جو واپار ڪندو آهيان. “
وڏي پاڙس چيو ” توهين فائونٽين پينون وڪڻندا آهيو؟ “
مون چيو مانس ” بس, ايئن ئي سمجهو. “
ڪجهہ ڪن ترسي وڏي پاءُ چيو ”صاحب ڇا بہ هجي, پر اڄ ڪلهہ ڌنڌي ۾ فائدو ئي ڪونهي, ڪمبخت مزدورن جو دماغ خراب ٿي ويو آهي “
پڊو چوڻ لڳو ” الپيءَ ۾ منهنجو هڪ ڪارخانو آهي, اتي بہ ساڳيو حال آهي. “
پوءِ مون ڏانهن منهن ورائي آهستي چوڻ لڳو اها سڀ ڪميونسٽن جي حرڪت آهي, نہ صاحب! “
مون چيومانس, ” توهين درست آهيو. “
پڊو وري چوڻ لڳو ” پر منهنجي پٽ جو چوڻ آهي تہ انهن جو دماغ ٺيڪ ڪري ڇڏبو توهان کي خبر آهي, منهنجو پٽ ڪير آهي؟ “
مون پڇيو ” ڪانگريسي آهي؟ “
” نہ “
” هندو مها سيائي؟ “
” نہ.. نہ “
” تہ پڪ سنگهي هوندو. “
” نہ صاحب, منهنجو پٽ ملٽري سيڪريٽري آهي, توهان ڇا سمجهو

آهي؟ "

مون چيومانس، " معاف ڪجو توهان ڪجهہ غلطي ٿا ڪريو ملٽريءَ جو پلا سياست سان ڪهڙو واسطو آهي؟ "

پڍو چوڻ لڳو " پر ڪميونسٽن کي دبائڻ ۾ وري سياست جو ڪهڙو واسطو آهي؟ هيءَ تہ سڌي سادي ڳالهہ آهي، مزورن جي هڙتال سبب منهنجو ڪارخانو بند ٿيڻ تي آهي. "

وڏي ياءَ چيو " منهنجي بزنس ۾ بہ انهن گڙ بڙ مچائي ۽ مون انهن کي ڪڍي ٻين ماڻهن کي رکيو پر مون کي ڪالهہ مدراس ۾ تار ملي، تہ هنن وري گوڙ مچايو آهي، جنهن ڪري مان اڄ ڪوچين پيو وڃان، هيءَ سرڪار ڪجهہ نہ ٿي ڪري" پوءِ مون کان پڇيائين " ڪيئن صاحب؟ "

مون وراڻيو " توهين ٺيڪ ٿا چئو. "

سوداگر چيو " ڏسو هن اسان جي سرڪار ناريلن جو ٻاهر موڪلڻ بند ڪري ڇڏيو آهي، ولائت ۾ ناريلن جو اگهہ پنج سئو روپيہ ٽن آهي : هتي اڍائي سئو آهي، اسان کي ٽن تي اڍائي سئو روپيہ نقصان ٿو پوي. "

مون چيومانس، " برما ۾ ناريل ڏيڍ سئو روپئي في ٽن آهن، انهيءَ حساب سان توهان کي سئو روپيہ في ٽن فائدو آهي. "

" مان برما جي ڳالهہ ڪا نہ .. "

مون هن کي وچ ۾ ٽِي ڪپي چيو " ملايا ۾ 75 رپيہ ٽن آهي، سينگاپور ۾ پنجاهہ روپيہ ۽ جيڪڏهن توهين هونولولو وڃو تہ اتي مفت ۾ ٽِي ايترا ناريل ملندوَ- جو تمام سولائيءَ سان هڪ وڏي شاهي عمارت کڙي ڪري سگهندا، آيو توهان جي سمجهہ ۾! "

وڏي ياءَ چرڪ ڀريو چرڪ ڀري ننڍي ياءُ ڏانهن نهاريائين ۽ ننڍي ياءُ پڍي مدراسيءَ طرف نهاريو مدراسيءَ مون ڏانهن ايئن نهاريو ڄڻ ٿاليون لٽل هوس، هن جو وس هلي ها تہ شايد مون کي گاڏيءَ مان بہ ڪڍي ڇڏي ها، پر ترپپور اسٽيشن اچي ويئي ۽ مان اتي لهي پيس،

اڄ ترپپور اسٽيشن تي خوب پيهہ هئي، اٽڪل ڏيڍ سئو رضاڪار ڳاڙها پلا لڳائي بيٺا هئا، ڪن ماڻهن مون کي سڃاڻي ورتو ۽ منهنجي اچڻ جي خوشيءَ ۾ نعرا لڳايائون، فضا ۾ هر طرف " انقلاب زنده باد " جي صدا

گونجڻ لڳي. هيٺ لهندي مون پنهنجي هم سفر شاهوڪار ساٿين ڏانهن هڪ دفعو نهاريو جن هينئر مون ڏانهن تمام حيرت وچان پئي نهاريو. هيٺ لهندي مون ٻڌو ننڍڙو ياءُ وڏي کي چئي رهيو هو، " هي ٻه انهن مان ئي آهي ! " ايئن چئي هنن گاڏيءَ جي ڪڙڪي بند ڪري ڇڏي ۽ اسان ڏانهن پٺ ڏيئي ويهي رهيا، پر انقلابي نعرا طوفاني جهٽڪن مثل برابر گاڏيءَ اندر پهچندا رهيا.

" انقلاب زنده باد ! "

" انجمن ترقي پسند مصنفين زنده باد ! "

" مزدورن ۽ اديبن جو اتحاد زنده باد ! "

هارڊ ويئر جا واپاري اسان کي پٺي ڏيئي ويٺا هئا، ۽ ڪڏهن ڪڏهن آڏين نگاهن سان اسان ڏانهن پئي نهاريائون. هنن جي چور نگاهن ۾ ڊپ هو پريشاني هئي، هراس هو هارڊ ويئر جا واپاري سافٽ ويئر جي واپارين سامهون گنهگارن وانگر خاموش ۽ هيسيل هئا. فضا ۾ ساٿين جي نعرن جي گونج هئي ۽ منهنجي دل ۾ اقبال جو شعر ٿي اڀريو.

" قول کي پتي سي کٽ سکتا هي هيري کا جگر ! "



**مان** پنهنجي ساٿين سان اسٽيشن کان ٻاهر آيس، جيئن ئي ٽيڪ مان
هن طرف پهريون دفعو آيو هوس، تنهن هوندي بہ هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ مون کي
ڌاريائپ جو احساس ڪو نہ ٿيو منهنجي هر طرف ڪلمڪ چهرا هئا ۽ مون
ڏانهن ائين پئي نهاريائون جڻ اسين سالن کان، جنم جنم کان هڪ ٻئي جا
واقف هئاسين، هڪ ٻئي جا گهرا سڄڻ هئاسين، هنن جي زندگي ۽
منهنجي زندگي الڳ ڪا نہ هئي، هڪ هئي.

ترپپور ننڍڙو رياستي شهر آهي، آدمشماري سترهن هزارن کان وڌيڪ
ڪا نہ هوندي، شهر جي اڏاوت پراڻي ۽ تنگ آهي، شهر جي وچ ۾ شِوِ جو
مندر آهي، جنهن آسپاس هڪ پارڪ آهي، ان پارڪ ۾ اڄ ڪلهہ هڪ
فري لئنبڊ ڪمپني لٿل آهي، جنهن جي احاطي ۾ ناچ گانو ٿيندو آهي، جوا
ٿيندي آهي ۽ رات جو ٻين وڳي تائين فلمي گانا ٻڌبا آهن.

چون ٿا تہ جتي هينئر ترپپور آهي اتي اصلي گهاٽو جهنگ هوندو هو
پوءِ ڪنهن ان جهنگ ۾ شِوِ جو مندر اڏايو ۽ ان مندر جي آس پاس هي

تريپور جو شهر وسڻ شروع ٿيو اچا تائين هر سال اُتي شِوِ جو ميلو لڳندو آهي، جتي آسپاس کان لکين تماشائي اچي ڪٺا ٿيندا آهن. مندر جا پوڄاري هزارين روپيا پيٽا طور ڪٺا ڪندا آهن. شهر جا واپاري مالا مال ٿي ويندا آهن. هتي واپاري اڪثر عيسائي آهن. اهي عيسائي شاهوڪار ٽراونڪور ۽ ڪوچين جو حاڪم طبقو آهي.

ٽراونڪور ۽ ڪوچين رياست ۾ عيسايئن جي تاريخ تمام پراڻي آهي، اهو مذهب اتي يورپي حاڪمن ۽ فاتحن سان ڪونہ آيو بلڪ انهن کان گهڻو اڳي عيسائي پرچارڪ اتي آيا، جن اچي پنهنجي مذهب جو پرچار ڪيو. اتي هڪ ديول آهي جا نوَ سئو سال جهوني آهي، جيڪو پهريون پرچارڪ ڏکڻ هندستان ۾ آيو اهو حضرت مسيح جو مبلغ سينٽ ٿامس پاڻ هو جنهن جي ديول بہ اتي موجود آهي. قديم زماني ۾ هن تر جا ساموندي ناڪئا فلسطين ۽ روم تائين پنهنجا بيڙا هاڪاري ويندا هئا ۽ بائيبل ۾ سليمان بادشاه جي محل بابت جو چيو ويو آهي تہ اهو سچو مشرق مان آندل ساڳ جي ڪاٺ مان اڏيل هو. انهيءَ بابت ڪن جو رايو آهي تہ اهو ڪاٺ ملبار جي جهنگلن مان هٿ ڪيو ويو هو ان واقعي مان گهٽ ۾ گهٽ ايترو پتو پوي ٿو تہ ڏکڻ پارت جو مسيحي دنيا سان ناتو نئون نہ بلڪہ سوين سالن جو پراڻو آهي، ان جي هڪ ٻي بہ ثابتي آهي، اتر هندستانَ جي عيسايئن جي ريت پهت ۽ رهڻي ڪهڻي اسان کان نرالي آهي، پر ڏکڻ هندستان ۾ ايئن نہ آهي، انهن جي ٻولي ۾ اٿڻ وهڻ بلڪل ديسي آهي، ايتري قدر جو انهن جي ديولين جي اڏاوت بہ ديسي نموني جي آهي، يعني جيئن مندرن جي اڳيان جهنڊي لهرائڻ لاءِ اوچو ٿنڀو ٿيندو آهي، ساڳئي قسم جو ٿنڀو ديولين جي اڳڻ ۾ پڻ ملي ٿو تنهن کان سواءِ جيئن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ گهٽين جي ڪنڊ يا موڙ وٽ ننڍڙا هندڪا شوالا هوندا آهن، ساڳيءَ طرح هتي اهڙن هنڌن تي ننڍڙيون ديوليون آهن، انهن جي مٿان جيڪڏهن صليب لڳل نہ هجي تہ توهين انهن کي جيڪر شوالا ئي سمجهو.

ڪوچين ۽ ٽراونڪور ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽيهہ سيڪڙو عيسائي آهن. پڙهيل لکيل جيترا ٽراونڪور ۽ ڪوچين ۾ آهن ايئن هندستان جي ٻئي

ڪنهن بہ حصي ۾ نہ آهي، پنجاهہ سيڪڙو ماڻهو پڙهيل آهن، پر نظام اهو ئي پراڻو آهي. جنهن ڪري لکندي پڙهندي بہ ماڻهو غريب آهن. باقي ديول تمام شاهوڪار آهي، گهڻائي رومن ڪئٿولڪن جي آهي، عيسائي فرقا ٻيا بہ آهن، جن جي وچ ۾ اڪثر جهڳڙو ۽ مقدمي بازي هلندي آهي، جنهن ۾ عوام جو ڪافي پئسو لٽبو آهي، هر سال نيون ديوليون ٺهن يا جهونيون ۾ ڪا نئين اڏاوت، ڪا نئين ڦير ڦار ٿئي، چڱي ديول تي گهٽ ۾ گهٽ پنج لک روپيہ خرچ ٿئي، اهو پئسو بہ عوام مان ئي نڪري ٿو. عوام جي سراسري اڌ ڪمائي ديول ۽ ڌرم ۾ ٻلي وڃي، ڪجهہ حصو جاگيردار وٺي، ڪجهہ حصو سرڪار وٺي، ڪجهہ قرض ۾ ٻلي وڃي، باقي جيڪي بچي اهو غريب ۾ غريب گذر لاءِ بہ پورو نہ آهي. ڪن علائقن ۾ اهڙي تہ غريبي آهي جو ڏسندي بدن ۾ سيسڙاٽ پئجيو وڃي، پر انهن علائقن جون ديلوبون بلڪل شاندار آهن ۽ انهن جا پادري ۽ بشپ ٿلها متارا ۽ ڳاڙها ڳٽڪا آهن.

شاهوڪار عيسائي هجي، هندو هجي يا مسلمان هجي، پر خصلتون سيني ۾ ساڳيون هونديون، انهيءَ جو هڪڙو مثال توهان کي ترپپور ۾ ملندو. ڪجهہ سال اڳي شِو مندر جي پوڄارين ۾ بہ ڌريون ٿي پيون، جهڳڙو ڌرم جي ڳالهہ تي ڪو نہ هو پر نذر نياز جي ورهاست تي هو. قصو مارا ماري تائين پهچي ويو. نيٺ عارضي فيصلو اِيئن ٿيو تہ جيسين پيتا جي پئسن جي ورڇ جو فيصلو ٿئي، تيسين ميلو بند رهي. ميلو بند هجڻ سان عيسائي واپارين کي سخت نقصان ٿي رسيو ڇاڪاڻ تہ هندن جي ان ميلي مان هو لکين روپيہ ڪمائيندا آهن، انهي ڪري هنن جي چڱن چڱن مڙسن پوڄارين سان ويهي هنن جو ٺاهہ ڪرايو تہ ميلو مقرر ڏينهن تي ٿئي، تنهن کان سواءِ هنن ويهہ هزار روپيہ مندر کي پيتا ڏني ۽ پاڻ تي اهو بہ ٺيڪو کنيو تہ انهيءَ باري ۾ جيڪو بہ مندر جو خرچ پکو ٿيندو سو پاڻ پري ڏيندا، سو قصو ڪوتاهہ ميلو ٿيو. لکين شرڌالن ديوتا جو درشن ڪيو انهيءَ ۾ پيلا برائي ڪهڙي آهي؟ جڏهن مذهب ۽ ڌرم جي نالي تي غريبن کي لٽي سگهجي ٿو تڏهن بندوق ۽ گوليءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي؟ گولي تہ ان وقت هلائبي آهي، جڏهن فائدي جي ٻي ڪا بہ راهہ نہ سُجهندي آهي.

انهيءَ تريپور ۾ ٿي مليالي زبان جي ترقي پسند اديبن جي ڪانفرنس يارهين ڊسمبر کان شروع ٿيڻي هئي، ٽراونڪور ۽ ڪوچين رياستن کي هڪ ٿي سان ملائڻ بعد ڪيرالا جو هڪ حصو- ملبار مدراس علائقي ۾ رهجي ويو. پر " اکنڊ ڪيرالا " جي صدا ڪيرالا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان بلند ٿي آهي ۽ اها پڪار مزدورن ۽هارين جي پڪار آهي، انهي ڪري پڪ آهي تہ " اکنڊ ڪيرالا " ضرور ٺهندو ۽ ان ۾ ملبار جو اهو حصو بہ اچي ويندو جيڪو هينئر مدراس علائقي ۾ آهي ۽ جتي اڄ ڏينهن تائين انگريزن واري اسپيشل پوليس قائم آهي ۽ جتي اڄ بہ ڪيرالا جا بهادر سپوت ۽ مانجهي مرد هر ڪنهن مصيبت جو مقابلو ڪري، پنهنجي گهرن، زمينن، زالن ڀينرن، ننهن ۽ ڌيئن جي عزت جي سنڀال ڪندا ٿا رهن.

ڪانفرنس ۾ اُتر ملبار جا بهادر هاري ۽ مزدور اديب بہ آيل هئا. اديبن ۾ شاگرد هئا، اخبار نويس هئا، مزدور هئا، هاري هئا، انهن ۾ هر ڪو پنهنجي مورچي تي لڙندي، ادب پيدا پيو ڪري ۽ انکي ملڪ جي عوامي حالتن ۽ عوامي انقلاب جو هڪ ضروري حصو تسليم ٿو ڪري، اهي اديب شوق وچان يا فيشن طور نہ ٿيا آهن، پر هو ادب کي زندگيءَ جو هڪ مکيہ ضرورت ٿا سمجهن. عوام جي لڙائيءَ ۾ انهيءَ جي ضرورت پرکين ٿا ۽ انهيءَ ڪري ٿي ان ادب جي سلي کي اسرائڻ لاءِ پنهنجي خون ڏيڻ کان بہ نہ ٿا ڪيٻائن.

ڪانفرنس جو افتتاح شهر جي عاليشان ٽائون هال ۾ ٿيو. پهرين ڏينهن عيوضين جو عدد ڇهہ سئو کن هو. پهرين مون هندستان جي ترقي پسند مصنفن جي انجمن طرفان هڪ پيغام پڙهي ٻڌايو. انهيءَ بعد اڇوت ڪروپ مليالي زبان ۾ پنهنجي صدارتي تقرير ڪئي، جنهن ۾ مقامي حالتن جو ذڪر ڪيائين. ٿورا مهينا اڳي ڪيرالا جي اديبن جي هڪ ڪانفرنس ٿي هئي، جتي ترقي پسندن جي نئين پڌرنامي تي بحث ٿيو هو پر ان بحث جو ڪو بہ خاطرخواهہ نتيجو ڪو نہ نڪتو هو. انهيءَ پڌرنامي تي ويچار ڪرڻ لاءِ جيڪا ڪاميٽي مقرر ٿي هئي، تنهن بہ ڪجهہ ڪو نہ ڪيو هو ۽ انهيءَ ڍلائيءَ سبب ڪيرالا جي انجمن جو ڪم ذري گهٽ بند ٿي ويو هو. انهن حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ٿي هيءَ ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي

هئي. جيئن انجمن جي ڪم ڪي ڀيهر زور وٺائي ان کي مضبوط ڪيو وڃي. انديشو هو تہ اسان جي اڳيان ڪئين مشڪلاتون ايندي‌يون ۽ اسان جي انجمن کي هڪ بيڪار انجمن بڻائڻ وارن رجعت پسندن سان سخت ڇڪري ڪاٽڻي پوندي.

عيوضين ۾ ڪي اهڙا بہ هئا جن کي انجمن جي نئين پڌرنامي جي زوردار روش پسند نہ هئي. ڪي اهڙا بہ شخص هئا، جن پنهنجي بيڪار ۽ بي مطلب اصولن کي ڇُهتي ادب برائي ادب Art For Art's sake جي زينت قائم رکڻ تي گهري. انهيءَ طبقي جا اديب اڪثر گنديون جنسي (Sex) ڪهاڻيون لکندا هئا، ننگي شاعري ڪندا هئا، جنهن مان سڳنڌ بدران بوءِ ايندي هئي. انهن ۾ هڪ اهڙو بہ ليکڪ هو جنهن هڪ ڪُتيءَ ۽ ان جي مالڪ جي اسپاويڪ عشقيہ ڪهاڻي لکي هئي، مزي جي ڳالهہ تہ ان کي وري ترقي پسند ساهت تي سمجهيو. تنهن ڪان سواءِ اهو سڀ واهيات ادب ان وقت پيدا ٿي رهيو هو جڏهن هاري ٻکن ۾ پاهہ پئي ٿيا، جڏهن هو پنهنجي پگهر سان پيدا ڪيل پيداوار پاڻ وٽ رکڻ لاءِ پنهنجي پوري طاقت سان جاگيردارن، زميندارن ۽ سرمائيدارن سان لڙي رهيا هئا. هڪ پاسي شهيدن جو خون ۽ ٻئي طرف ڪتي جي عشقيا شاعري هئي ۽ اديبن کي پنهنجي نون اصولن جو فيصلو ڪرڻو هو.

هيءَ ڪانفرنس ان فيصلي ڪرڻ لاءِ ئي ڪوٺائي وئي هئي.

ساٿي ڪروپ جي تقرير ڪئين ڪلاڪ جاري رهي. هن نئين پڌر نامي جي پٺڀرائي تمام زوردار لفظن ۾ ڪئي. ڪروپ بندري قد جو آهي، ڏيل ۾ ڏٻرو رنگ جو سانورو گهاٽين ڀروون هيٺان بہ ننڍڙيون اکيون، جن ۾ ذهنيت ۽ طنزي مذاق گڏوگڏ چمڪندا آهن. هن کي ديوين ۽ ديوتائن جون آکاڻيون ياد آهن، جن کي هو مروتي سروتي هاٺوڪين حالتن سان لڳايئندو آهي. ڏکڻ هندستان جا ماڻهو جي انهن ڪهاڻين مان تمام چڱيءَ ريت واقف آهن، انهن تي انهن جو تمام گهرو اثر ٿيندو آهي ۽ ڪيترا مثال هُنن جي دلين ۾ تير جيان چڀي ويندا آهن.

هن جا بہ مثال مون کي تمام چٽيءَ طرح ياد آهن. پنهنجي ڊگهي تقرير ۾ ترقي پسند ادب جي جدا جدا لاڙن جي چند ڇاڻ ڪندي ڪروپ چيو تہ

اسين پنهنجي ادب ۾ نظرياتي سچائي، رٽا ۽ ان جي صحت تي تہ ڪافي زور ٿا ڏيون پر اسين هيل تائين پنهنجي اصلي دشمن يعني سرمائيدار طبقي کي، جيڪو اڃا ساڳي طرح قائم آهي، اڪثر وساري رهيا آهيون ۽ اسين اهڙو ادب پيدا نہ ٿا ڪريون جو انهن جي حرڪتن جا پول پڌري ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي. انهيءَ تي هن هڪڙي عيسائيءَ جو مثال ڏنو جنهن کي رستي ويندي هڪ ڳئون ملي ويئي. دل چاهيس تہ ڳئون گهر وٺي وڃان. سو ان جي ڳچيءَ ۾ ٻڌل ڏگهي رسيءَ کان ان کي ڇڪيندو هو پنهنجي گهر ڏانهن هليو پر اوچتو گناهہ جو خيال آيس، سو ڳئون ڪاهي آيو پاديءَ وٽ. پادري ويچارو سچار ۽ ايماندار هو صلاح ڏنائين تہ جتي توکي ڳئون ملي آهي، اتي وڃي ست دفعا ڳئونءَ جي مالڪ کي سڏ ڪر. پوءِ جيڪڏهن ڳئونءَ جو مالڪ پيدا نہ ٿئي، تہ پلي ڳئون گهر وٺي وڃ، پوءِ توتي ڏوهہ ڪو نہ مڙهبو.

سو عيسائي موٽي اچي اتي پهتو جتان ڳئون ملي هيس ۽ وڏي آواز پڪارڻ لڳو: هڪڙي ڏگهي رسي آهي... هڪڙي ڏگهي رسي آهي ۽ پوءِ چپن ۾ پڻ پڻ ڪري چوڻ لڳو جنهن جي هڪڙي پڇڙيءَ سان هڪ ڳئون ٻڌل آهي، اهڙي طرح ست دفعا پڪاري، هو ڳئون پنهنجي گهر وٺي ويو.

ڪروپ چيو : اها ڏگهي رسي ترقي پسند اديبن جي نظرياتي سچائي ۽ ادب جي رٽا وغيره آهي جنهن تي اسين تمام گهڻو زور ٿا ڏيون، پر حقيقي ڳئون يعني انقلاب جي دشمن جي باري ۾ اسان جو آواز بلڪل هيٺو ۽ ڍِيل ٿو رهي.

ساڳي طرح ادب ۾ رومال (Form) جي حمايتن جو ذڪر ڪندي ڪروپ انهن کي سگهن تي اچي ڪنيو. رومال جي پوڄارين جو مذاق اڏائيندي، هن هڪ قديم فنڪار "تير واروٽن" جو مثال ڏنو. جنهن هڪ دفعي پنگ جي نشي ۾ هڪ وڏو ٻهارو ڪٽي، ان جو هڪ پاسو چيٽي ۾ پري ڪٽي پٽ تي هنيو. ماڻهن جڏهن پٽ تي اهو چيٽي جو نشان ڏٺو تہ هن کان پڇيائون تہ هي ڇا آهي؟.

هن چيو : هي گهوڙي جو پڇ آهي.

ماڻهن پڇيو : ۽ گهوڙو ڪٿي آهي ؟

تير واروٽن جواب ڏنو : گهوڙو؟ گهوڙو يٽ جي ٻيءَ پر آهي.

ڪروپ چيو تہ رومال جي پوچارين جو ادب بہ ان واروٽن جي فن مثل آهي، جيڪو هن چيٽي مان پيدا ڪيو هو.

اهڙي طرح ڪروپ پنهنجي زبان جي رجعت پسند ليڪڪن تي ڪافي تنول ڪئي ۽ ساڳي وقت موجوده حالتون سمجهائيندي نئين پڏرنامي جي اهميت سمجهائي.

اندوچرن بہ نئين پڏرنامي جي مخالفتين اڳيان ڪئين دليل پيش رکيا. اندوچرن ۽ ڪروپ جو ويچار هو تہ رجعت پسند طبقي مان نئين پڏرنامي جي سخت مخالفت ٿيندي هنن پنهنجي تقريرن ۾ سڄو زور انهي طبقي جي اعتراضن کي جواب ڏيڻ تي ڏنو پر ٽيو ايئن جو اعتراض ساڃيءَ ڏر کان نہ پر خود ڪاٻي ڏر کان آيو.

پر انهيءَ ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ آخر ۾ جيڪو انهيءَ تي بحث ٿيو جنهن ۾ هاري ۽ مزدور اديبن ۽ طبقاتي مورچي تي لڙندڙ اديبن پورو حصو ورتو انهن کي انهيءَ پڏرنامي ۾ گهڻو انقلابي جوش نظر نہ آيو بحث ۾ اٽڪل پنجويهن اديبن حصو ورتو ۽ انهن مان گهڻن جو رايو ايئن ڏسڻ ۾ آيو تہ ان پڏرنامي ۾ ڪيرالا جي شهيدن ۽ ملبار جي جانثار ويڙهاڪن وارو جوش نہ آهي، هنن کي وڌيڪ جوشيلو ۽ زوردار پڏرنامو کپندو هو اندوچرن جوابي تقرير ۾ پڏرنامي جي پٺڀرائي ڪندي چيو تہ اسان کي هي پڏرنامو قبول ڪرڻ گهرجي. هي پڏرنامو اسان جي لڙائيءَ جي نئين شروعات آهي ۽ نہ پڇاڙي، اسان کي هن موقعي تي اعتراض اٿاري پاڻ کي پارت جي جمهوري محاذ کان جدا ٿيڻ بدران هندستان جي ٻين حصن سان ساٿ ڏيئي پنهنجي لڙائي کي مضبوط ڪرڻ گهرجي، جيئن اسين ان پڏرنامي کان بہ ٻہ قدم اڳتي وڌي سگهون ۽ ٻين کي بہ ان لاءِ راضي ڪري سگهون.

ٻن ڏينهن جي لاڳيتي بحث کان پوءِ نئون پڏرنامو يڪراءِ پاس ٿيو سيني عيوضين جي تقريرن ۾ لڙڻ لاءِ ڪافي جوش ظاهر هو.

اشوڪ هڪ ڪڙمي آهي ۽ شاعر آهي. هو پاليا ذات جو هڪ اڇوت آهي. هندو سماج ۾ هو گهٽ ۾ گهٽ درجي جو آهي. انهيءَ اشوڪ پنهنجي تقرير ۾ طبقيوار اهميت تي گهڻو زور ڏنو ۽ ٻڌايو تہ ادب طبقن کان

ٻاهر نہ آهي، اهو ڪنهن نہ ڪنهن طبقي جي طرفداري ڪندڙ آهي، ڪلي طرح يا ڪجهي طرح ترقي پسند اديبن جو فرض آهي تہ هو ايمانداريءَ سان مزدور ۽ هاري طبقي لاءِ لکن ۽ انهن جي جنگ ۾ حصو وٺن.

ڪي نارائڻ جيڪو اُتر ملبار ڪان آيل هو تنهن هڪ رجعت پسند کي جواب ڏيندي چيو: توهين چئو ٿا تہ عوام کي ادب پرکڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي، پر اهو توهين ڪهڙي منهن سان ٿا چئو. توهين لکو ٿا تہ اسين پنهنجو خون ٿا ڏيون.

اندوچرن چيو " هي پڏرنامو اديبن ۽ فنڪارن کي موجوده حڪومت خلاف لاڙڻ لاءِ مجبور ٿو ڪري ڇاڪاڻ تہ اها حڪومت هينئر سماجي ترقي جي وڏي ۾ وڏي دشمن بڻجي چڪي آهي. ڪجهہ وقت اڳ مدراس پرڳڻي جي ڪنهن وزير ماڌو مينن کي چيو تہ اشتراڪين کي جهوني ادب جو ذرو بہ قدر نہ آهي، هن کي جمهوري ادب سان ڪا بہ دلچسپي نہ آهي. مان ان جي جواب ۾ فقط ايترو چوڻ ٿو چاهيان تہ اشتراڪي نہ پر اها سرڪار ٿي آهي، جا عوام ۽ عوام جي تهذيب جي دشمن بڻجي پيئي آهي. اتر ملبار ۾ مدراسي پوليس ڪئين ڪتبخانہ جلايا آهن. انهن ڪتبخانن ۾ سوين ڪتاب هئا، رامائڻ کان وٺي اجوڪي ترقي پسند اديبن جا ڪتاب سڀ جلائي خاڪ ڪيا ويا. ساڳي طرح جيئن ڪنهن زماني ۾ نازين جرمنيءَ ۾ جمهوريت پسند اديبن جا ڪتاب جلايا هئا، اڄ تهذيب جو دشمن ڪير آهي؟ اسين يا اهي جيڪي ڪتبخانہ جلائي خاڪ ٿا ڪن؟ جيڪي اسان جي ناٽڪن ۽ کيلن تي بندش ٿا وجهن؟ جي ترقي پسند اخبارن جي بندش جا حڪم ٿا جاري ڪن، جن ڪتابن ۽ رسالن کي انگريز سڪار بہ ڪڏهن ضبط نہ ڪيو انهن کي اجوڪي سرڪار ضبط ڪري رهي آهي. ڪيرالا جا ڪئين ترقي پسند اديب اڄ جيل جي ڪوٺڙين ۾ بند آهن، ڇا اهو سڀ ڪلچر سان محبت خاطر ٿي رهيو آهي؟! مان چوان ٿو تہ هندستان جيسين ان نئين غلاميءَ مان آزاد نہ ٿيو آهي، تيسين اسانجي تهذيب بہ آزاد ٿي نہ سگهندي.

پڏرنامي جي منظور ٿيڻ بعد هڪ دلچسپ واقعو ٿيو. وي- اي ڪوولاٽ جيڪو مليالي زبان جو هڪ اديب آهي ۽ هيلتائين اگهاڙيون

جنسي ڪهاڻين لکڻ جو شوقين هو تنهن پليٽ فارم تي اچي پنهنجون غلطيون قبول ڪيون ۽ انجام ڪيو تہ آئينديءَ هو نئين پڏرنامي تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو.

انهيءَ بعد ڪي اي احمد آيو. ڪٽڪ رنگو نوجوان بدن تي نيري رنگ جي اچي قميص جنهن ۾ سونا بيڙا پيل چمڪيا، باقي هونءَ پوشاڪ اها ئي مليالي هئس. هن هڪ مختصر تقرير ڪئي. ٻن منٽن بعد هال ۾ تاڙين جو ٺهڪو پئجي ويو. معلوم ٿيو تہ ڪانفرنس جي ڪارروائي کان متاثر ٿي هن انجمن کي هڪ هزار روپيا چندو ڏنو آهي. اندوچرن خوش ٿي مون کي چيو: ”يار! مان تہ پريشان هوس تہ هي سڀ بل ڪيئن چڪائبا پر هن ساٿيءَ سڀ سٽايون ڪري ڇڏيون.“

ڪانفرنس هلنديءَ وچينءَ رات جو ٽائون هال ۾ هڪ ثقافتي پروگرام رٿيو ويو هو. اهو پروگرام تريپور جي عوام کي خاص پسند آيو.

پردو کڄيو تہ سامهون هندستان جو سرخ نقشو نظر آيو ۽ هڪ ڇوڪريءَ هٿ ۾ لال جهنڊو کڻي جن گن من جي طرز تي هڪ گيت ڳايو پوءِ خبر پيم تہ اهو گيت الپيءَ جي هڪ مزدور، جو ناريل جي ڪاٻاڙ اُٽڻ جو ڪم ڪندو هو ان شاعر جو لکيل آهي.

الپيءَ جي هنري شهر مان بہ مزدورن جو هڪ ثقافتي جٿو آيو هو هنن جا ناچ گانا ڏاڍا سٺا هئا، خاص ڪري بسنت جو ناچ. مليالي زبان جي مشهور ناٽڪ نويس پريم جيءَ جو هڪ ناٽڪ بہ ڏيکاريو ويو. ناٽڪ هڪ امير زميندار جي زندگيءَ بابت هو. غريب ڪڙميءَ جو پارٽ خود پريم جيءَ پاڻ ڪيو. مون اڄ ڏينهن تائين اهڙي اداڪاري ڪا نہ ڏٺي آهي، هن جو هر ڪو اشارو ۽ هر ڪا چرپر ڪمال هئي.

شروع ۾ امير زميندار جي سامهون غريب ڪڙمين جي بيڪسي ڏيکاري ويئي، ايتري قدر جو هنن کي غلاميءَ جي زنجيرن سان بہ محبت آهي، پر آخر ۾ ڪڙمي پاڻ ۾ ٻڌي ڪري زميندار کان زمين کسي ٿا ونن ۽ انهي ۾ هر هلائڻ چالو ڪن ٿا. منهنجي خيال ۾ هي ناٽڪ مليالي زبان جو بهترين ناٽڪ آهي ۽ هندستان جي هر ٻوليءَ ۾ ترجمو ٿيڻ کپي.

انهيءَ کان سواءِ هڪ پاڇولن جو ناچ بہ پيش ڪيو ويو. جنهن ۾ 15

آگسٽ 1947ع تي مليل آزاديءَ جو پول پڌرو ڪيو ويو ۽ ڏيکاريو ويو تہ ڪيئن ڪانگريس ۽ ليگ هڪ ٻئي سان ملي آزادي ونڊي ورهائي هئي. پر ٻن منٽن جي هڪ ٻئي نظاري سڄي ميڙ ۾ بجلي ڊوڙائي ڇڏي، ان نظاري ۾ ويلور جا شهيد وري جاڳي ٿا اٿن، اهي چار سئو مزدور شهيد، جن ڪيرالا جي آزاديءَ لاءِ سر سي پي سان ڇڪري ڪاڍي هئي. جن کي تنهن وقت جي ڪانگريس ڏاڍي فخر سان پنهنجا شهيد سڏيندي هئي. جڏهن انهن شهيدن جي هڏاوان پڃرا رات جي سانتِ ۾ پنهنجين قبرن مان اٿي، ٿڙندا ٿابڙندا رنگ منچ جي هڪ پاسي کان ٻئي طرف ٿا وڃن ۽ وري دشمنن جون گوليون کائي پنهنجي قبرن ۾ ڪري ٿا پون، انهيءَ وقت جي نظاري جو پورو بيان هن قلم جي طاقت کان ٻاهر آهي. ڪجهہ منٽن تائين هرڪو ويٺل مُنيون پيڪوڙي ويلور جي شهيدن جا نعرا هٽي رهيو هو ۽ ايئن پئي لڳو تہ هنن جي گجگوڙ اجها ٿي تائون هال جي ڇت کي اُڏائي ۽ انهن نعرن جي گجگوڙ سڄي هندستان ۾ ٿي ڦهلجي.

تراونڪور ۽ ڪوچين ۾ ڪانگريسي حڪومت انهن جانباز مزدورن ۽ هارين جي قربانين جي پيڙهہ تي ئي بڻل آهي، پر اڄ ڪيرالا جا ڪانگريسي انهن ويلور جي شهيدن کي وساري ويٺا آهن. ڪي اهڙا بہ شخص آهن جي ڪلم ڪلا پنهنجي اخبارن ۾ هنن جي قربانيءَ تي ٺٺولي ڪندا آهن ۽ چوندا آهن تہ انهن جي قربانيءَ جي ڪا بہ ضرورت ڪا نہ هئي،انهن جي شهادت غلطيءَ وچان ٿي ويئي هئي. اڄ اهي اڳواڻ پنهنجي حڪومت جي نشي ۾ چور ٿي، انڌا بڻجي اهو وساري ويٺا آهن تہ ڪين ان ڪاميابيءَ جي منزل تي پهچائڻ ۾ انهن ويلور جي شهيدن جو ڪيڏو حصو آهي، اڄ ڪي وزير ۽ اڳواڻ وري ٻاهرين طرح انهن شهيدن جي ساراهہ ڪندا آهن، پر انهن نظر بند قيدين کي آزاد نہ ٿا ڪن، جي ويلور جي لڙائي جي دور ۾ سر سي پي جي وقت ۾ گرفتار ڪيا ويا هئا. اهو سر سي پي جيڪو ڪڏهن ڪانگريس جو جاني دشمن هو اڄ دهليءَ جي قومي وزيرن جي سيني دعوتن ۾ سڏايو ويندو آهي. هندستان ۽ آمريڪا جي ڪانفرنس ۾ سرڪاري عيوضي جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيندو آهي، مدراس ريڊيو تان تهذيب تي تقريرون ڪندو آهي. هن جي انهيءَ تهذيب

مان اجا بہ شهيدن جي خون جي خوشبوءِ ايندي آهي، شهيدن جون هڏيون اڄ بہ ويلور جي مٽيءَ ۾ پڪڙيون پيون آهن. جتي سر سي پي جي سپاهين انهن بهادر مزدورن ۽ هارين تي گوليون هلايون هيون، وڻن جي ٿڙن ۾ اڄ بہ بندوق جي انهن گولين جا نشان موجود آهن. جن وڻن جي ٿڙن ۾ ڏهہ انچ اونها ۽ ويڪرا سوراخ پيدا ڪيا آهن تہ انساني جسمن جو ڪهڙو حال ٿيندو هوندو!. اهو سڀ ڪجهہ "شهيد جاڳن ٿا" نظاري ڏسڻ سان ٿي ڪجهہ ڪجهہ سمجهي سگهجي ٿو.

ٻئي ڏينهن ٿي شهر ۾ خبر هلي ويئي تہ پوليس اسان جي پبلڪ جلسي کي غير قانوني ٺهرائڻ واري آهي. ۽ جيڪڏهن پوءِ بہ اسان جلسو ڪيو تہ هو گوليون هلائيندا. پر انجمن جي ڪم هلائيندڙن انهن افواهن تي ڪو بہ ڌيان نہ ڏنو ۽ پنهنجو ڪم رٿ پٽاندڙ ڪندا رهيا.

اول، صدر طرفان ٽي رٿون پيش ٿيون، جي سڀ يڪراءِ بحال ٿيون:

1۔ ڪامريڊ استالن کي سندس سترهين جنم ڏينهن تي مبارڪن جو پيغام.

2۔ ڪيرالا جي شهيدن کي سلام.

3۔ نئين آزاد ٿيل چين کي مبارڪون.

اشتراڪي امن جي رٿ جي۔ فلپس پيش ڪئي. مزدورن جي گهرن جي رٿ شري گوپال پيش ڪئي، هو خود هڪ مزدور اديب آهي. شهري آزاديءَ جي رٿ پدمن پان پيش ڪئي. هن جو قصو بہ عجيب آهي.

هڪ دفعي هو ويلور ۾ هڪ تهذيبي پروگرام ۾ شامل ٿيڻ ويو تہ پوليس هن کي گرفتار ڪري ٿاڻي تي وٺي آئي ۽ هن کي چوڻ لڳا، "چڱو ڀلا... هتي ڳاءِ پنهنجو ويلور جي شهيدن جو گيت..

پدمن پهرين تہ ذرا هٻڪيو پر جڏهن پوليس وري بہ زور ڀريو تہ هو شهيدن جي شان ۾ هڪ انقلابي گيت ڳائڻ لڳو.

هن اجا پهريون بند ڳائي پورو ڪيو تہ پوليس وارن هن کي روڪي خوب مار ڏني ۽ چيو "هاڻي اڳتي ڳاءِ"

پدمن ٻيو بند ڳايو ٽيون بند ڳايو چوٿون بند ڳايو ۽ ايئن ڳائيندو رهيو ۽ هر بند جي ختم ٿيڻ تي پوليس هن کي روڪي ماريندي رهي. گيت تمام

وڏو هو پدمن بہ فيصلو ڪري چڪو هو تہ هو اهو ڪيئن بہ ڪري ختم ٿيڻ تائين ڳائيندو. جڏهن هو آخري بندن تي پهتو تہ پوليس هن کي ايترو تہ ماريو هو جو هو رتو رت ٿي بيهوش ٿي ڪري پيو.

هن وقت اهو ساڳيو شخص تريپور جي تائون هال ۾ ڪيرالا ۾ شخصي آزاديءَ بابت تقرير ڪري رهيو هو. هن پنهنجو خون ڏيئي انهيءَ موضوع تي ڳالهائڻ جو حق حاصل ڪيو هو. منهنجي ڪنن ۾ شريڌر جو اهو جملو ايرڻ لڳو "توهين لکو ٿا تہ اسين پنهنجو خون ٿا ڏيون... اسين پنهنجو خون ٿا ڏيون."

گڏيل ڪيرالا جو ٺهراءُ پي رامنم پيش ڪيو. تلنگانہ جي جن بهادرن کي سزا ڏني ويئي هئي،انهيءَ جي باري ۾ پنهنجو آواز بلند ڪندي هڪ مزدور پنهنجو ٺهراءُ پيش ڪيو اهو مزدور اديب اتر ملبار کان آيو هو. مون کي سندس نالي جي خبر نہ آهي، هو تازو لڙائي جي مورچي تان آيو هو. هن جي بدن تي پوليس جا رسايل زخم اڃا تازا پئي ڏٺا. هن کي ڪانگهاري ۾ خون پئي آيو ٻين جو توڙي سندس بہ اهو خيال هو تہ مهيني اندر پاڻ بہ شهيد ٿي ويندو،پر انهيءَ هڏين جي پڃري جي آواز ۾ ان وقت گجگوڙ هئي، هو پنهنجي زندگيءَ جي آخري دم سان گرجندي تلنگانہ جي بهادرن کي ڪانفرنس جو سلام موڪلي رهيو هو. هن چاتو ٿئي تہ پاڻ ويهن پنجويهن ڏينهن ۾ مري ويندو. هن کي آرام جي ضرورت هئي، هن کي نرم هٿڙن ۽ مامتا ڀريل نگاهن جي ضرورت هئي، پر هو وطن جو سپاهي هو. جيڪو نئين دنيا ۽ نئين سماج پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجي زندگيءَ جو آخري ساهہ ڏيڻ لاءِ تيار هو ۽ ان کي انقلاب جي پيتا ڪرڻ لاءِ راضي هو.

هڪ هڪ ڪري سڀ ٺهراءُ پاس ٿي ويا. ڪيرالا جي قومي اديبن جي هيءَ شاندار ڪانفرنس خير سان ختم ٿيڻ تي هئي. مان سوچڻ لڳس، هاڻي هي سڀ پنهنجي شهرن ۾ موٽي ويندا ۽ نئين ادب جو گهر گهر ۾ ڦهلاءُ ڪندا تہ ايتري ۾ اندورچرن جو آواز آيو "ساٿيو! هاڻي هاڻي هي خبر آئي آهي تہ جنهن جڳهہ تي اسان جو اڄ عام جلسو ٿيڻو آهي انهي کي پوليس گهيرو ڪيو آهي"

ٿورن سيڪنڊن لاءِ سڄي هال ۾ سناٽو ڇانئجي ويو. گوري رنگ ۽

جانئي جسم واري اندوچرن جي ذهين عالماڻي چهري تي قربانيءَ جي جهلڪ چمڪڻ لڳي، هن مشڪنديءَ عيوضين کان سوال ڪيو "ڪهڙو ارادو آهي؟"

هال مان هزارين ماڻهن هڪ آواز ۾ چيو "جلسو ٿيندو" اندوچرن اهو ٻڌي گجندي چيو. "ها ها جلسو ٿيندو. ضرور ٿيندو پر ڪيئن ٿيندو؟ جلدي ۾، گهبراهٽ ۾، پريشانيءَ ۾ نه ٿيندو. ڏاڍي سانهه ستيءَ سان شان ۽ دٻدٻي سان اسان جو جلسو ٿيندو ساڳئي شان ۽ دٻدٻي سان جيئن هيءَ اسان جي ٻن ڏينهن جي ڪانفرنس ٿي آهي ۽ ساڳئي وقت اهو به ياد رکڻو آهي ته اسان کي پنهنجي پياري محبوب، پنهنجي معزز مهمان ۽ ساٿيءَ جو بچاءُ پڻ ڪرڻو آهي.

هينئر سڀ مون ڏانهن نهارڻ لڳا.

اندوچرن چيو. "اوهان ان جو مطلب سمجهيو؟ مون کي رضاڪار کپن جي گولين سان سينو ساهي سگهن، سيني ۾ گولي کائي جان ڏيئي سگهن، پر ڪرشن چندر کي بچائين."

هال ۾هزار ماڻهو بيٺا هئا، هڪ هزار مانجهي مرد ـ جيڪي هڪ انسان جي زندگي بچائڻ لاءِ پنهنجا هزار سر ڪپائڻ لاءِ تيار هئا. ان وقت انهن هزارن ماڻهن مان ڪنهن جي به پيٽ ۾ سور ڪو نه پيو ڪنهن کي به ڪو ضروري ڪم ياد ڪو نه آيو ڪنهن به لڪي ڇپي بچڻ جي ڪوشش ڪا نه ڪئي، سڀ پنهنجي جڳهن تي اڏول بيٺا هئا ۽ نعره هڻڻ لڳا.

اندوچرن جي چهري تي مرڪ نچڻ لڳي، ايندڙ قرباني جي خيال هن جي منهن تي هڪ نرالي چمڪ آندي، هو ٻانهون کنجي چوڻ لڳو "دوستو! ٿورو صبر سان... ٻهرين سيئي پنهنجي جڳهن تي ويهي وڃو ته مان توهان کي سمجهايان."

سيئي پنهنجي جڳهن تي ويهي رهيا.

اندوچرن چيو ته، "مان چاهيان ٿو ته توهين جڏهن هتان نڪرو ته گوڙ شور مچائي، رڍن ٻڪرين جي جلوس وانگر جلسي جي جڳهه ڏانهن نه وڃو بلڪ ڏهن يا پندرهن جي ٽولين ۾ ٿي هڪ ٻئي کان جدا جدا ٿي وڃي ان جڳهه تي پهچو ۽ ايئن ننڍين ننڍين ٽولين ۾ اتي پليٽ فارم جي چوڌاري

ويهي وڃو سيني سمجهيو؟"

سيني ڪنڌ لوڏي ها ڪئي. انهيءَ بعد اندوچرن جدا جدا ٽولين کي سمجهائڻ لڳو تہ ڪهڙي ٽولي ڪٿي رهي ۽ ڪهڙي طرح انتظام رکڻو آهي، جيئن سڄي هال ۾ هر ڪنهن هنڌ سندن قبضو رهي ۽ ڪٿي بہ ڪنهن کي چرچ ڪرڻ جو وجهہ ملي نہ سگهي، جڏهن سيني کي سمجهائي چڪو تڏهن ٽولين کي ٻاهر وڃڻ جي اجازت ڏنائين.

پهريون جٿو زالن جو نڪتو.

سڄي هال ۾ تاڙين جو ٺهڪو پئجي ويو منهنجي نيڻن ۾ لڙڪ پرجي آيا. مان ايڏي عزت ۽ محبت جي لائق نہ هيس، مان تہ ڇا پر دنيا ۾ اهڙو ڪهڙو انسان آهي جو ايڏي محبت ۽ عزت جو لائق ٿي سگهي ٿو؟.

ٻيو جٿو ٽريپور جي ساٿين جو هو.

ٽئين جٿي ۾ اتر ملبار جا هاري ۽ مزدور اديب هئا. هي تراونڊرم جي بهادر شاگردن جو جٿو نڪتو. هي ڪوئيلون جا ساٿي نڪتا، انهن ۾ جي فلپس بہ هو جنهن کي شادي ڪئي اڃا ٽي مهينا مس ٿيا هئا. هو مشڪندو منهنجي پرسان لنگهڻ لڳو تہ مون هن جو هٿ وٺي چيو "هي سيڪجهہ مون کي نهايت عجيب پيو لڳي، مون کي ڄاڻ آهي تہ هن وقت توهان جي سامهون ڪرشن چندر نہ آهي، پر اسان جو سمورو ترقي پسند ادب آهي، انهيءَ جي عزت ۽ شان آهي، پر پوءِ بہ منهنجو جسم ان ۾ ڇو اڇي اٿڪيو آهي..

فلپس فقط مشڪندو منهنجي سامهون لنگهي ويو. هي الپيءَ جا نمائندا پيا لنگهن، اهڙيءَ ريت عيوضي پنڌرهن ويهن جي ٽولين ۾ هال مان ٻاهر نڪرندا ويا ۽ پبلڪ پارڪ طرف هلڻ لڳا، هنن پنهنجون ڏوتيون جي هو پنجابي گوڏ وانگر ڪري ٻڌندا آهن، ڇڪي گوڏن تائين مٿي ڪٽي، ڪيون هيون ۽ آهستي آهستي مزي سان اڳتي وڌندا پئي ويا. مان سيني کان آخرين جٿي سان گڏ نڪتس.

اسين جڏهين پبلڪ پارڪ ۾ پهتاسين تہ اتي ويهہ هزار ماڻهو اڳي ڪٺا ٿيا پر پوليس جو ڪٿي بہ پتو ڪو نہ هو پوءِ خبر پئي تہ سوچڻ ۽ سمجهڻ بعد سرڪار پنهنجو ارادو ڦيرائي ڇڏيو هو.

منهنجي سامهون ويهہ هزار انسان هئا، منهنجي پٺيان شو مهراج جو

مندر هو پئيان ماضي هو سامهون مستقبل ۽ آءُ انهن ٻنهي جي وچ ۾ ويٺو پيو سوچيان تہ اها ڪهڙي طاقت ۽ ڪهڙي ڪشش آهي جا هيترن ماڻهن کي هتي ڇڪي آئي آهي؟ ڪير ٿو چوي تہ عوام جو ادب سان پيار ۽ واسطو ڪونهي! هي ويهہ هزار ماڻهو هتي ڇا لاءِ اچي ڪٺا ٿيا آهن ؟ هي ويهہ هزار نيڻن جا جوڙا مون ۾ ڇا ٿا ڏسن، ڇا ٿا ڳولين ۽ هڪ گهڙيءَ ۾ مون محسوس ڪيو تہ انهن مان هر ڪو اديب آهي، هر شخص پنهنجي صورت ۾ هڪ آڪاٽي ڪٿي آيو آهي، انهن مان هر هڪ جي ڪهاڻي مختلف هوندي بہ ساڳي آهي، نراس ۽ نااميدين ۽ بيسود امنگن جي ڪهاڻي، غم ۽ ڏک جي ڪهاڻي، صدين جي فاقن جي پراڻي ڪهاڻي، جن ۾ محبت جو موت ٿي چڪو آهي، جن جي عصمت لٽجي چڪي آهي، جن جي معصوميت فقير جيئان هٿ ڦهلائي بيٺي آهي، اها ساڳي ڪهاڻي پهرين پهرين مون ڪشمير ۾ ڏٺي، پوءِ پنجاب ۾ پوءِ دهلي ۾ بمبئي، بنگال ۾ حيدرآباد ۾ راڄ تريپور ۾ پئي ڏٺم. اها تہ ساڳي پراڻي جهوني ڪهاڻي آهي- ڀارت جي غريب، ستايل ۽ پيڙيل انسانن جي درد ڀري ڪهاڻي!

اوچتو ڪنهن نعرو بلند ڪيو "انقلاب زنده باد ! " کن پل ۾ سڀ مهانڊا بدلجي ويا. کن پل ۾ ويهن هزارن مهانڊن تان ڄڻ ماضيءَ جو دز ڌوپجي وئي، نماشام جي شفق جي سرخي انهن ويهن هزارن انسانن جي چهرن تي ايئن چمڪڻ لڳي جيئن آسمان ۾ سفيد بادل سورج جي ڪرڻن جي ڇهڻ سان رنگ برنگي ٿي ويندا آهن، هيئر هر مهانڊي تي خوشي هئي، لالاڻ هئي، حسرت ڀريل صورتون، شاگردن، بانڪن، بهادرن جون شڪليون، مزدورن، هارين، پرديسي اديبن جا ڀڪڪندڙ بيدپا چهرا ! منهنجي دل جي ڌڙڪن ڄڻ ويهہ هزار دلين جي ڌڙڪڻين سان ملي وئي ۽ مون آهستي آهستي چوڻ شروع ڪيو منهنجي دل توهان کان اڻ واقف نہ آهي، مان توهان کي چڱي طرح سڃاڻان ٿو توهين هندستان جو نصيب آهيو روشن آئيندو آهيو اتر کان ڏکڻ تائين، اولهہ کان اوڀر تائين اڄ ڀارت جي تقدير ۾ بدلي پيئي وڃي.

ساٿيو دوستو رفيقو!

❋❋❋

**ٻيلي** پتمر جي هن پار چرڪل نالي هڪ تعلقو مدراس پرڳڻي ۾ اچي ٿو. ان تر جا چار ڄڻا به اسان جي ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيا هئا. ٽي ڄڻا اتر ملبار جا هاري هئا، چوٿون مزدور پورهيت ۽ عوامي ادبي مضمون لکندو هو. هن جو نالو روي ڪرشنا هو. ٻين ٽن جا نالا پي راگهون، پي نارائڻ ۽ ڪي نارائڻ هئا. اسين جلسي مان واندا ٿي هاسٽل ۾ پهتاسين ته هو اتي اسان جي انتظار ويٺا هئا. پي مينن جيڪو اڪثر مون سان گڏ رهندو هو ۽ ڪانفرنس ۾ گڏيل ڪيرالا جو نهراءُ پيش ڪيو هو چوڻ لڳو "اتر ملبار جي جانباز ويڙهاڪن سان ملڻ لاءِ توکي ڏاڍي تات هئي، سو اڄ ته انهن سان توکي ملايان"

وي ڪرشنا وچولي قد پريل بدن وارو مزدور هو. بدن تي نيري رنگ جي قميص ۽ پتلون اوڍيل هئس. مرڪيو پئي ته ايئن پئي لڳو ڄڻ گهور ڪري پيو نهاري. راگهون جو رنگ جو ڪارو هو پي نارائڻ ڪٽڪ رنگو هو ۽ ڪي نارائڻ ڇهن فوٽن ڪان به وڌيڪ قد وارو هو. هن جا ڳل ۽ اکيون اندر

پيئل هيون. شڪليون ڏار ڏار پر مضبوطيءَ جي مهر سيني تي ساڳي هئي. هن جا مضبوط لڱ ۽ اکين جي نرالي چمڪ ڏسي ايئن پئي سمجهه ۾ آيو ڄڻ ڪنهن سنگتراش ڪاري پٿر مان ويهي گهڙي ٺاهيو آهي. جهڙيون ڪيرالا جون پهاڙي چِپون آهن, اهڙائي ڪيرالا جا رهواسي آهن. جهڙا ڪيرالا جا درخت آهن, اهڙائي اتي جا جوان آهن- قداور سڏا ۽ مضبوط! هي پيانڪ ۾ پيانڪ سامونڊي طوفان جي سامهون بہ ثابت قدم بيهي سگهندا آهن ۽ پنهنجي جڳهہ تان هنڌ جي وائي بہ ڪين واريندا آهن.

روي ڪرشنا هندي پڻ سٺي ڄاڻي. بمبئي مدراس ۽ ڪانپور جي مِلين ۾ ڪم ڪري چڪو آهي. هن موقعي تي هو پاڻ اسان جو ترجمان بڻيو. مون ڪرشنا کان پهريون سوال هي ڪيو "تون تہ مزدور آهين ڏهہ ٻارنهن ڪلاڪ مزوري ڪرين, پوءِ بہ تو ۾ ڪيئن ايتري طاقت ۽ چاهہ رهي ٿو جو ادب لاءِ اتساهہ رکي سگهين ؟ "

ڪرشنا جواب ڏنو "پهرين مان بہ ادب کي ايئن سمجهندو هوس, وقت جو زيان. پر پوءِ جيئن جيئن اسان جي تحريڪ اڳتي وڌندي ويئي, تيئن ادب جي باري ۾ ڪئين حقيقتن جي مون کي ٻوجهہ پوندي ويئي ۽ مون صاف صاف ڏٺو تہ اسان جي لڙائي کي اڳتي وٺي وڃڻ لاءِ ادب بہ تمام ڪارگر ذريعو ٿي سگهي ٿو. پر منهنجون اکيون سچ پچ تڏهن کليون, جڏهن پوليس منهنجي لائبريري ٻهاري کڻي ويئي. "

" تنهنجي لائبريري؟ " مون حيرت وچان سوال ڪيو. ڪرشنا مون ڏانهن نهاري مشڪي چيو " مون وٽ پوڻا چار سئو ڪتاب هئا, انهن تي مون اٺ سئو روپيہ خرچيا هئا, اها لائبريري منهنجي پنڌرهن سالن جي مزوريءَ جو مٽيو هئي. پنڌرهن سال مون ڪڏهن سئنيما ڪونہ ڏٺو ڪڏهن سٺو ڪپڙو ڪونہ پاتم, مون ڪڏهن سگريٽ بيڙي ڪا نہ چکي, تنهنڪري جيڪا بہ رقم بچائيندو هوس, انهيءَ مان ڪتاب خريد ڪندو هوس ۽ پوءِ هڪ ڏينهن پوليس منهنجي گهر تي چڙهائي ڪئي ۽ سڀ ڪتاب کڻي رمندي رهي. انهن ڪتابن ۾ جواهر لعل نهرو جو ڪتاب ( تلاش هند ) بہ هو ۽ پامي دت جو ( آج ڪا هندوستان ) بہ هو جو پوليس ٻهاري کڻي ويئي. هڪڙو سڪٺو پنو بہ منهنجي لاءِ ڪو نہ ڇڏيائون. بس

انهيءَ ڏينهن مون محسوس ڪيو تہ اسان جو ساهت ڪهڙو نہ قيمتي آهي ۽ ساڳئي وقت ڪيڏو خطرناڪ بہ آهي تہ سرڪار جي ملبار اسپيشل پوليس بہ ان کان ڊڄي ٿي.

مون پڇيومانس، "ڇا، ملبار ۾ اڃا بہ اسپيشل پوليس آهي؟ "

راگهون چيو "پر اها ختم ڪڏهن ٿي هئي! "

جڏهن ڪانگريس جو راڄ نہ هو تڏهن بہ اها پوليس اسان جي سرن مٿان سوار هئي، هينئر جڏهن ڪانگريس جو راڄ آيو آهي، تڏهن بہ اها اسان جي سرن مٿان ساڳي نموني موجود آهي. "

پي ناراڻ تنهن تي مرڪي چيو" اسان جو علائقو بہ تہ اسپيشل آهي، پوءِ اسان وٽ اسپيشل پوليس ڇو نہ هوندي؟ عوام ۾ اها ڪيتري قدر نہ پياري آهي! ملبار ۾ جڏهن "اسين اناج نہ ڏينداسون" جي تحريڪ شروع ٿي هئي تہ سڀ کان اول گوليون اسان جي سينن تي هليون هيون، انهن گولين هلڻ جو قصو بہ نهايت عجيب آهي.

مون پڇيو "تڏهن ڇا ٿيو هو؟ "

قداور ناراڻ ان جو جواب ڏنو هيستائين هُو بلڪل چپ هو "مان بہ ان تحريڪ ۾ شامل هوس. ڳالهہ فقط ايتري هئي تہ ان سال اناج تمام گهٽ ٿيو هو ڊسمبر ۾ بہ ساريون تمام ٿوريون ٿيون هيون ۽ وري سيپٽمبر ۾ بہ فصل تمام ڪسو ٿيو هو."

"ڇا توهان وٽ سال ۾ چانورن جا ٻہ فصل ٿيندا آهن؟ "

"ها " ڪي ناراڻ مون کي اسڪولي شاگردن وانگر سمجهائيندي چيو " اسان وٽ چوماسي جون ٻہ مندون ٿينديون آهن. هڪ مند ۾ اوڀر کان بنگال جي اپسمنڊ جون گهميل هوائون لڳنديون آهن ۽ ٻي رت ۾ عربي سمنڊ جو چوماسو ٿيندو آهي. پهريون فصل آگسٽ سيپٽمبر ڌاري لٿبو آهي، ٻيو فصل نومبر ڊسمبر ڌاري، پر هن سال ٻئي فصل ڪسا ٿيا ۽ ڪڙمي ويچارا لنگهڻ ڪيدي رهيا هئا.

ٺيڪ، سو توهان زميندار کي اناج ڏيڻ کان انڪار ڪيو؟ "

"نہ ڀائي، اسان زميندار کي تہ پنهنجو حصو برابر ڀري ڏنو گوڙ انهيءَ تي مٿو جو هو پنهنجي حصي کان سواءِ مندر لاءِ بہ حصو طلبڻ لڳو "

"مندر لاءِ حصو؟"

" ها هتي راجا صاحب جا بہ وڏا مندر آهن، جنهن ۾ هن جا ڪئين پوڄاري ۽ ديوداسيون پلبيون آهن، انهيءَ کان سواءِ اتي ياترين، سادن ۽ فقيرن لاءِ روز لنگر ٿيندو آهي، انهيءَ سدا ورت لاءِ اناج ڪڙمين کان ئي ورتو ويندو آهي، پر جڏهن اسان جا پنهنجي گهر جا ٻاتي بک ۾ پاهہ ٿيندا هجن، تہ اسان مندر جي ديوتائن ۽ ان جي پوڄارين لاءِ ڀلا اناج ڪٿان آڻيون؟ جڏهن جيئرن لاءِ بہ ڪافي اناج ڪونہ هو تڏهن پٿر جي بتن لاءِ اناج ڪٿان آڻيون، جو ڏيون! "

انهيءَ ڪري اسان چيو "جيڪڏهن خدا کي اناج جي اهڙي ضرورت هئي، تہ هن کي ڪڙمين جو فصل هينئن برباد ڪرڻ نہ کپندو هو"

پر راجا اسان جي ڪا بہ ڳالهہ نہ ٻڌي. لاچار ڪڙمين تنگ ٿي "اناج نہ ڏينداسين" جي تحريڪ شروع ڪئي. ۽ اسپيشل پوليس اسان تي گوليون هلايون تہ جيئن اسين مندر لاءِ ان پهچايون. ڪڙمين جا ٻار ٻچا ڀل بک ۾ پاهہ ٿيندا رهن، پر پٿر جي بت جو پوڳ برابر چالو رهي. اسان جون مائرون ڀينرون ڀلي انهيءَ لاءِ بک ۾ پاهہ ٿينديون رهن جيئن بيرحم ديوتائن جي سامهون نچندڙ ديوداسين جي قدمن جي ڇير جي ڇنڪار بدستور ٻڌبي رهي! محنت ڪندڙ انسان فاقا ڪڍي مري وڃي، پر ٻين جي محنت تي عيش ڪندڙ ديوتائون پنهنجن مندرن ۾ ساڳي شان مان سان رهن! "

"پوءِ ڇا ٿيو؟ "

" ٿيندو ڇا؟ اسان گولين کائڻ بعد بہ اناج نہ ڏنو ۽ اسان جي هلچل ڏينهون ڏينهن زور وٺندي ويئي. هينئر تہ ٻڌو اٿئون، تہ راجا جي مندر ۾ اندر-ديوتا جي مورتي رکي اٿئون، اتي بہ بجليءَ جي تار پهچي ويئي آهي"

انهيءَ ڳالهہ تي ٻيا سڀ هاري زور سان کلڻ لڳا.

۽ پوءِ هو هڪدم چپ ٿي ويا ۽ هڪ ٻئي ڏانهن نهارڻ لڳا. هنن جي اکين ۾ غم، غصو ۽ نفرت ٻرڪندڙ روشن مشعل وانگر پئي چمڪيا. نيٺ راگهون آهستي چيو "اسپيشل پوليس اسان جي تحريڪ کي دٻائڻ لاءِ هر ممڪن رستو اختيار ڪيو مندر جي ميلي جي ياترين وچ ۾ جهيڙو ڪرائي گوليون هلايائون، ڪوٺيات ۾ اسان جي زالن جي بيعزتي ڪئي

ويئي،اسان وٽ انهن جا بيان موجود آهن ۽ اهي اڄ بہ دنيا جي وڏي ۾ وڏي حاڪم اڳيان پنهنجو بيان ڏيڻ لاءِ تيار آهن. اسان جي هڪ ڪارڪن خود ڪانگريس صدر، پتابي سيتا راميا اڳيان اهي سڀ حقيقتون پيش ڪيون هيون ۽ ڪانگريس صدر کي مجبور ٿي پوليس جي انهي جهنگلي ۽ وحشياڻي ظلم خلاف هڪ پڌرائي ڪيڏي پيئي هئي، جا اخبارن ۾ ڇپي هئي.

ڪي ناراڻ جڻ پاڻ سان پٽي ڳالهايو "چندر ڪوٽ جي ڳوٺ ۾ اسان جي هڪ مکيہ ڪارڪن کي پوليس پڪڙي ڪيس ايتري تہ مار ڏني، جو هن جو هڏگڏ پيچي ڇڏيائون. انهيءَ کان پوءِ هن جي گهر کي باهہ ڏنائون... جڏهن گهر سڙي پسم ٿي ميدان ٿي ويو تڏهن ان جي مٿان هر هلائي ڇڏيائون... اها جڳهہ اڄ بہ ساڳي طرح موجود آهي.

پر اهو جانثار اڃا زنده آهي ۽ اسان جو ڪم پيو ڪري. وي ڪرشنا مرڪي چيو.

پي نارئڻ چيو "ڪامريڊ آنندن جو قصو بہ ڪيڏو تہ انوکو آهي! "

"ها ها... " وي ڪرشنا هڪدم چيو "ها، ياءِ اهو قصو ڪرشن چندر کي ضرور ٻڌايو. "

راگهون چيو. "ڳالهہ هيئنئن آهي تہ راجا جي هڪ غنڊي ڪامريڊ آنندن کي ماري وڌو. "

"ماري وڌو ڇو؟" مون سوال ڪيو.

" بس ماري وڌو." هن جواب ڏنو هاري ٽيڻ ڇا ڪو رواجي ڏوهہ آهي ! ساٿي، موت جي خبر تي تون ايئن ڇرڪ نہ پئو، اسان وٽ هتي مرڻ ۽ مارڻ بلڪل رواجي ڳالهہ آهي. اها ڳالهہ روز پيئي ٿئي، پر انهيءَ سان اسان جي هلچل ختم ڪا نہ ٿيندي آهي، بہ قدم اڳتي ئي وڌندي آهي. "

وي ڪرشنا بي صبر ٿي چيو "اڙي يار تون اصلي ڳالهہ تہ ڪر .. "

راگهون چيو "جڏهن اُن غنڊي راجا جي ڇُرچ تي آنندن کي ماري وڌو.

مون وچ ۾ چيو "ترس. پهرين ٻڌاءِ تہ ان غنڊي جي نالو ڇا هو؟ "

راگهون چيو مون کي غنڊي جي نالي جي خبر آهي پر مان ٻڌائيندس ڪونہ. غنڊي جي نالي سان اسان کي ڪهڙو مطلب! غنڊو هميشہ غنڊو

آهي، هن جو نالو ٻڌي، نالي جي بيعزتي ڪرٽي آهي.. ؟ ۽ سچي ڳالهه ته اها آهي ته اسان جي هڪ تمام پراڻي رفيق جو به ساڳيو نالو آهي، جيڪو ان غنڊي جو هو. انهيءَ ڪري مان هُن جو نالو نه وٺندس. سو اُن غنڊي، ڪامريڊ آننَدَنَ کَيَ خَلاصَ ڪري راجا کان پنهنجو انعام ورتو انهيءَ بعد هو پنهنجي زال کي وٺي، ڪامريڊ آنندن وارو ڳوٺ ڇڏي ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو. ٿورن ڏينهن بعد هن کي اتان به هڪالي ڪڍيائون، اهڙي طرح هو هينئر هڪڙي ڳوٺ مان ٻئي ڳوٺ ۾ پيو ڦري، پر ڪٿي به هن کي نڪاڻو نصيب نه ٿو ٿئي. "

"ڇو؟ "

راگهون گهڙي ڪن مون ڏانهن عجيب نگاهن سان ڏسندي چيو " هن جي زال کي هينئر روز دورو پوندو آهي، دورو سمجهين ٿو؟.. دوري ۾ انسان پنهنجو مٿو پيو هلائيندو آهي، وات مان گجي وهندي اٿس ۽ گهٽ وڌ بڪڻ شروع ڪندو آهي ۽ ماڻهو سمجهندا آهن ته هن ۾ ڪنهن ڀوت پربت اچي واسو ڪيو آهي. "

مون ڪنڌ ڌوڻ ڪئي.

"بس اهو ساڳيو حال ان غنڊي جي زال جو به آهي هوءَ ان وقت رڙيون ڪري چوندي آهي.. مان آنندن آهيان، مان آنندن آهيان. "

" هوءَ جڏهن ايئن رڙيون ڪرڻ شروع ڪندي آهي. تڏهن اهو غنڊو پريشانيءَ وچان پنهنجا ڪن بند ڪري ڇڏيندو آهي، زال جي ڀوت بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي يا هن کي مارڻ شروع ڪندو آهي. "

"پوءِ ؟ "

" نيٺ هڪ ڏينهن ٻڌوسين ته هن تنگ ٿي پنهنجي زال جو گلو دٻائي هن کي به ماري وڌو. ماڻهن جو چوڻ آهي ته هن کي پنهنجي زال سان سچ پچ بيحد پيار هو. "

ڪمري ۾ ڪيتري دير خاموشي رهي، پوءِ ڪي- نارائڻ رات جي سانت کي ٽوڙيندي، ماڪيءَ جي مک جيان گونجندي چيو " ساٿي، ايئن نه سمجهه ته هر طرف رڳو ظلم ٿي ظلم آهي ۽ اسين ان ظلم کي چپ چاپ سهندي چڪيءَ ۾ پيسجي رهيا آهيون، چر ڪل تعلقي جا هاري اهڙا بزدل

نہ آهن، هنن ۾ اڃ بہ اها خانداني بهادري موجود آهي ۽ هو ظلم جو بهادري سان مقابلو ڪري رهيا آهن. “

وي۔ ڪرشنا چيو ” ۽ تون مزدور کي ڇا سمجهيو آهي؟ سٽميوئل آٿرن جي سوٽي ڪپڙي جي ڪارخاني ۾ اسان خلاصين جي هڙتال سان هڪ سئو پنج ڏينهن گڏجي هڙتال ڪئي هئي.“

مون حيرت ۾ رڙ ڪري چيو ” هڪ سئو پنج ڏينهن؟ “ وي۔ ڪرشنا منهنجي حيرت تي دنگ رهجي چپ ٿي ويو ۽ پنهنجي ساٿين ڏانهن معنيٰ ڀريل نگاهن سان ڏسي مشڪڻ لڳو ڄڻ تہ چوندو هجي تہ ” هاڻي ٻڌايوس پنهنجي ڪهاڻي. پر ڇا توهين ڪڏهن بہ مون سان مقابلو ڪري سگهندا؟ “

ڪي نارائڻ چيو ” اسان هتي هڪڙو آزاد قلعو اڏيو هو ڪيريوتور ۾، جڏهن اسان جي هلچل زورن تي هئي. سڄو سارو مهينو اسپيشل پوليس جو ڪوبہ باشندو اسان جي حدن ۾ قدم رکڻ جي همت ڪري نہ سگهيو. جيتوڻيڪ هينئر حالتون بدلجي ويون آهن، پر ڏينهن جو اڃا بہ اتي ڪو نہ ايندا آهن، ايندا تہ رات جو ۽ جي رات جو اچن تہ بہ سئو بہ سئو گڏجي ايندا، ڏينهن ڏٺي جو اسان سان مقابلي ڪرڻ جي طاقت اڄ بہ هنن ۾ ڪانهي، “

پي۔ نارائڻ مشڪندي چيو ” هن لڙائيءَ ۾ اسان جون زالون بہ اسان سان پورو ساٿ ڏينديون آهن، ڇمي جي جاگيردار جڏهن ڳوٺ وارن کي جهنگ مان ڪاٺين ڪرڻ کان منع ڪئي هئي، تڏهن زالن ان جو خاص مقابلو ڪيو ۽ جڏهن جاگيردار پوليس سڏائي ۽ جهنگ مان ڪاٺيون ڪري موٽندڙ عورتن تي پوليس حملو ڪيو تہ هنن ڏاڍي بهادريءَ سان ڇڪري ڪاڏي، پوليس وارن کي پڪڙي هڪ پاسي وٺي پنهنجي ڪهاڙين جي ڳنن سان هنن جي اها مرمت ڪيائون، جو هنن لاءِ جان بچائڻ مشڪل ٿي پيئي. ڪي پوليس وارا تہ پنهنجا ڏنڊا ۽ پڳڙيون اتيئي ڇڏي اٿي ڀڳا، ٻئي ڏينهن اهي ڳوٺاڻا اهي شيون وچي ٿاڻي تي پهچائي آيا. “

ٽيئي ساٿي اهو قصو ٻڌي وري بہ کلڻ لڳا. اسين بہ هنن سان گڏ کلڻ لڳاسين. رات جي گهري اونداهيءَ ۾ هنن جي چوٽ کاڌل چهرن تي نوراني

مشعل چمڪڻ لڳا.

موں وري ـ ڪرشنا کان سوال ڪيو ”ڪانفرنس بابت تنهنجو ڇا رايو آهي؟“

هن ڪجهه وقت سوچڻ بعد چيو ”ڪانفرنس ۾ پنهنجائي هئي.“

وري ڪجهه سوچڻ بعد موں ٻين ٽن هارين کان پڇيو ”مان بمبئي لاءِ اتر ملبار جي هارين جو ڪو پيغام کڻي وڃڻ ٿو چاهيان.“

هنن ٽنهي مون ڏانهن نهاريو ۽ پوءِ هڪ ٻئي ڏانهن معنيٰ ڀريل نگاهن سان ڏٺو ۽ هڪ ٻئي سان سُس پُس ڪري، ڪنڌ ڌوڻ ڪيائون. نيٺ ڪنهن فيصلي تي پهتا ۽ وري ـ ڪرشنا کي ڪجهه چيائون. وري ـ ڪرشنا مون کي چيو ”بمبئي وارن کي چئج، تہ چرڪل تعلقي جا هاري اڄ بہ پنهنجو ڳاٽ اوچو رکي هلي سگهن ٿا.“

رات ڪافي گذري چڪي هئي، هوٽل جي وڏي ڪمري ۾ جتي مان رهيل هوس اتي هيٺ زمين تي منهنجا چار ساٿي سمهيا پيا هئا، پر مون پاسا پئي ورايا منهنجي نيڻن ۾ ننڊ ڪا نہ هئي،اکين جي اڳيان ڪڏهن جلندڙ مڪان ٿي ڦريا، ڪڏهن هڏيون پئي ٽڪريون ۽ ڪڏهن مندر جي چاڙهين تي گولين جي بارش جي نڪاتوڪي پئي ٿي ۽ رکي رکي منهنجي ڪنن ۾ ”مان آنندن آهيان، مان آنندن آهيان“ جو پڙاڏو پئي گونجيو ۽ انهيءَ بعد ڪنهن غنڊي جي زوردار ٺهڪن جو ڪرڙو آواز.. ۽ مون هر گهڙيءَ پاسو ورائي پنهنجي رفيقن جي چهرن ڏانهن پئي ڏٺو جي حقيقي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ هر گهڙي پنهنجا سرَ ترئيءَ تي رکي پئي ڦريا.

ڏينهن جو انسان جي منهن تي شايد پردو پيل هجي ٿو ۽ هن جي چهري تي ڪيترين ڳالهيون نظر نہ ٿيون اچن، پر رات جو جڏهن ننڊ ۾ ڀريل پنبڻيون جهڪي بند ٿي وينديون آهن، انهيءَ وقت انسان جي صورت بلڪل بدلجي ويندي آهي، لڪل جذبا ۽ حسرتون، اڌوريون آرزون ۽ دل ۾ رهيل ارمان، ماضيءَ ۾ ڪيل گناهہ ۽ آئيندي جا خواب سڀ جاڳي پون ٿا، ۽ ننڊ ۾ غافل انسان جي چهرن تي پنهنجي ڪشمڪش جي هڪ اهڙي نرالي تصوير چٽيندا آهن، جا هونءَ ڪڏهن بہ اسان کي نظر نہ ايندي آهي، انهيءَ ڪري مون بہ ڏاڍي حيرت وچان پنهنجيَ ساٿين جا چهرا پئي تڪيا،

جي هارين جي آزادگيءَ جي مورچي تان آيا هئا ۽ وري ٿورن ڪلاڪن بعد صبح ٿيندي ئي ان مورچي تي موٽي ويٺا هئا. هنن جي چهرن تي بہ لڪل حسرتن ۽ ناڪامياب آرزوئن پٺيان ڪيڏيون پر انهن چهرن تي بهادري هئي، مضبوط اراد هئا ۽ مون هنن جي چهرن تي هڪ عجيب خوشنما خواب جي انوکي جهلڪ ڏٺي، جنهن هنن جي مٽ مائٽ نہ هجڻ جي باوجود ڪين چڪي هڪ ٻئي جي نزديڪ آندو هو. مون ايئن ٿي محسوس ڪيو تہ هي چار ئي هڪ ماءُ جا پٽ آهن، جڻ مون ۾ هنن ساڳيو ئي سونهري خواب پئي ڏٺو. اهو سونهري خواب، جو مون هڪ دفعي لينن جي شخصيت ۾ ڏٺو هو جو مون سٽالن جي مرڪ ۾ پاتو هو شهيد جوتيدناس جي بي نور نگاهن ۾ ڏٺو هو. مون کي هڪدم ويچار آيو تہ انسان ڪيڏو نہ اعليٰ ۽ عظيم آهي، جو پهرين ان خواب کي ڪنهن ڪتاب جي ورق ۾، ڪنهن تصوير جي هڪ هلڪي نشان ۾ خواب جي ڪنهن افق تي ان کي چمڪندو ڏسي ٿو ۽ پوءِ هو پنهنجي زندگيءَ جي پوري طاقت سان ان سونهري خواب کي هن ڌرتيءَ تي اڏي ٿو ۽ تاج محل ۽ ايفل ٽاور جهڙا لاثاني مثال وجود ۾ اچن ٿا، بئراجون ۽ بند ٻڌجن ٿا، کيتن ۾ ٽرئڪٽر هلڻ شروع ٿين ٿا، پورهيت ڪارخانن ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪن ٿا، ندين جا وهڪرا بدلجي ٿا وڃن، پهاڙن جون چوٽيون سر نِوائين ٿيون، هوائون ضابطي ۾ اچن ٿيون ۽ انسان جي محنت سان هڪ نئين دنيا، هڪ نئين قدرت ۽ هڪ نئين فضا پيدا ٿي ٿئي.

مان ڪيتري دير ايئن سوچيندو رهيس، رات گذرندي ويئي ۽ ستارا هڪ هڪ ڪري غائب ٿي ويا، افق تي پرهہ ڦُٽيءَ جا ڪرڻا اُڀري آيا، تڏهن پر واري گهر مان ستار تي ڪنهن آساوريءَ جو هلڪو مٺو راڳ ڳايو ۽ هر طرف روشني ڦهلجي ويئي.



**انڪل** پنجين بجي رمنن اچي منهنجو در تمام آهستي کڙڪايو
مون اٿي هن کي دروازو کوليو رمنن اندر اچي چيو " تو کي ننڊ شايد ڪا نہ
آئي آهي، خير اهو بہ چڱو ٿيو تنهنجي گاڏي ساڍي ڇهين بجي وينديءَ،
هينئر اڃا پنج لڳا آهن، هتي ويهنديٍن يا اسٽيشن تي هلنديٍن ؟ مون
چيومانس " هل تہ اسٽيشن تي ٿا ويهون "

اونداهہ ۾ اسٽيشن هڪ ننڍي گدام جيان پئي لڳي، ٽئين درجي جي
مسافرخاني ۾ مسافر پيرن پر ستا پيا هئا، جيئن هر ٿرڊ ڪلاس جي مسافر
خاني ۾ ٿيندو آهي. سيڪنڊ ڪلاس جي مسافر خاني ۾ جهوني زماني
جون ساڳ جون ڪرسيون ۽ ميز پيئي هئي. سفيد لاپ واري گاسليٽي بتي
روشن هئي. وهنجڻ جي جاءِ ۾ چينيءَ جو جڳ، سينگار جي ٽيبل تي بہ
هڪ وڏو جڳ پاڻيءَ سان ڪنن تائين ڀريو رکيو هو ۽ پاڻيءَ مٿان
ڪوريئڙو پنهنجي ڄاري ڦهلائي هليو ويو هو. مسافر خاني جو نظارو اڙهين
صدي جو هو جڏهن ڪمپني بهادر جا صاحب ۽ انهن جون مڏمون اتي

ڪجھ گهڙيون آرام ڪرڻ لاءِ اچي ترسنديون هيون.

رمنن چيو " توکي بک ته ڪا نه هوندي پر تنهن هوندي به هينئر ئي ناشتو ڪري وٺ، ڇاڪاڻ ته رستي ۾ اهڙو سٺو ناشتو ڪونه ملندءِ. هتي پرسان اڊلي اهڙي ته سوادي ملندي آهي جو هٿ چٽي ڪائيندين "

مان رمنن سان گڏ ان ڄڳهه تي پهتس، وڻ جي هيٺان هڪ اونداهو شيڊ هو ۽ اندر رات جي اونداهيءَ کان به وڌيڪ ڪاري ٻتي پئي ٻري جنهن روشنيءَ بدران وڌيڪ اونداهي پئي ڦهلائي. شيڊ مان هلڪو دونهون پئي نڪتو ۽ ٻن ٽن مسافرن آهستي ڪلندي ڳالهيون پئي ڪيون ۽ ناشتو به پئي ڪيو. اڊليءَ جي گرم گرم ۽ تازي خوشبو جڏهن منهنجي ناسن تائين پهتي ته منهنجي بک سچ پچ جاڳي اٿي. مون هڪ وڏو گرهه وات ۾ وجهندي رمنن کي چيو " تون به کاءِ " هن چيو " مان هن مهل ناشتو ڪونه ڪندو آهيان. "

مون چيومانس، " ته مان وري ڪندو آهيان ڇا ؟ ۽ مون ڇوڪري کي ٻي اڊلي آڻڻ جو حڪم ڏنو... اي جي... ايک ناشتا اڊلي غائون غائون... "

مون پنهنجو مطلب ڪجهه اشارن سان، ڪجھ جڏي ڦڏي گول مول گفتگو سان ظاهر ڪرڻ چاهيو، جنهن تي اهو ڇوڪرو به کلڻ لڳو.

رمنن ڇوڪري کي ناشتي آڻڻ کان منع ڪئي، انهيءَ تي مون پاڻ واري ناشتي جي پتي کي به پري هٽائي ڇڏيو "جي تون نه ٿو ڪرين ته مان به ڪونه ٿو ڪريان " رمنن کلڻ لڳو پوءِ ڳنڀير ٿي چيائين، " ساٿي ايئن نه سمجهه ته مان ناشتو ڪرڻ نه ٿو چاهيان، پر حقيقت اها آهي ته مان ڏينهن ۾ فقط هڪ دفعو کائيندو آهيان. "

" هڪڙو وقت ڇو کائيندو آهين؟ "

رمنن وراڻيو " انهيءَ ڪري جو ٻن ويلن کائڻ جي مون ۾ توفيق ڪانهي، همت ڪانهي " مون ڇرڪ ڀريو. پر رمنن جي مهاندي تي هڪ عجيب مسڪراهٽ هئي.

ٿورو ترسي رمنن وري چيو " ڪيترن ئي ساٿين جو انهيءَ کان به خراب حال هوندو اسين ڪڏهن ٻاهر ڪم تي ويندا آهيون ته به ٿي ڏينهن ماني ڪا نه ملندي آهي. توکي ته خبر آهي ته ويچارا هاري ڪيترا

نہ غريب آهن! تن ۾ بہ ڏکڻ هندستان جو ڪرڙمي خاص غريب آهي، اسين هنن کان پنهنجي لاءِ ماني کهڙي مُنهن سانِ گُهرون! " ٿورو ترسي رمنن وري ڳالهہ شروع ڪئي، " انهيءَ ڪري ئي مان ناشتو نہ ٿو ڪريان، ڏاڍي جفا بعد هيءَ عادت پرائي اٿم "

مون چپ چاپ پنهنجو ناشتو ختم ڪيو ۽ پوءِ اسين اسٽيشن ڏانهن موٽڻ لڳاسين، رستي ۾ اجا ڪافي اونداهہ هئي پر ڪٿي ڪٿي پکي پر ڦڙ ڦڙائي آسمان ڏانهن اڏامڻ جي تيارين ۾ هئا، ڪٽان ڪٽان وريءِانجي گلن جي تيز سڳنڌ پئي آئي.

اوچتو رمنن چيو " اهيءِ انجيءَ جا سفيد ننڍڙا گل اسان جي ننڍڙبن معصوم محبتن جا يادگار آهن. شاعرن انهن تي نظم لکيا آهن، عاشقن انهن جون مالهائون پويون آهن، معشوقائن انهن سان پنهنجي ڪارن زلفن کي سينگاريو آهي! جڏهن منهنجي شادي ٿي هئي.. " رمنن چپ ٿي ويو.

ڪيتري دير کان پوءِ مون هن کان سوال پڇيو " تنهنجي زال ڪٿي آهي؟ "

هن ڪجهہ وقت ترسي چيو " منهنجي زال ۽ منهنجو جان جگر... ڪڏهن هتي... ڪڏهن هتي... ڪڏهن هن ساٿيءَ جي گهر... ڪڏهن هن هاريءَ جي ڳوٺ ۾ اجهو حاصل ڪندا آهن. "

رمنن هيٺ جهڪي واٽ تان هڪ پٿر کنيو ۽ ان سان سامهون وڻ جي ٿڙ کي چُٽيندي چيائين، " سڄو ڏکڻ ڀارت اسان جو گهر آهي. "

پٿر ڏاڍي تيزيءَ سان وڻ جي ٿڙ سان ٽڪر کائي وڃي پر واري تلاءَ ۾ پيو.

مون چيومانس، " تون نشان تمام سٺو ٿو چُٽين!



**مليالي** زبان جو وڏي ۾ وڏو شاعر ولاٿول تريپور ڪان گهڻو پري ڪونه رهندو آهي. هو هڪ ننڍڙي سهڻي ڳوٺڙي ۾ رهندو آهي. ان ڳوٺڙي کي ”شيروٿوروٿي“ ڪري سڏيندا آهن. ڳوٺ جي چوڌاري ننڍيون پهاڙيون آهن ۽ پاسي کان پارت ندي پيئي وهي. ولاٿول جو گهر ڪيوڙن جي ٿڌي ۽ سانتيڪي جهڳٽي جي بنهه وچ ۾ آهي. اسين پهتاسين ته صاف سهڻي وٿاڻ مان تازي گاهه جي سڳنڌ پئي آئي ۽ ڏڌل ڍڳين ڏاڍي پيار سان پنهنجن وڇڙن کي پئي چٽيو. گهر جي زالن اندر آهستي ڳالهائيندي ڪڏهن ڪڏهن کل ٺهڪڙو پئي مچايو. آباد ڪٽنب ۾ جيڪا پاڪائي ٿيندي آهي، سڪ پيار ٿيندو آهي، انسان ۽ محبت جا جيڪي رشتا، ناتا ۽ سڳ ٿيندا آهن، اهي سڀ پنهنجي پوري سونهن سان اتي موجود هئا. مان پنهنجي گهر جي فضا کان گهڻو پري، ڏينهن رات جي مسافريءَ سبب ٿڪل هوس. سو مون ته اهي سڀ ڳالهيون خاص طور محسوس ڪيون. اڳتي وڏي اندوچرن جي ننڍڙي شرميلي پٽ کي گود ۾ کنيم جو بلڪل

منهنجي ٿي پٽ وانگر معصوم ۽ موهيندڙ آهي. پهرين ته هو منهنجي گود ۾ ٺي نه اچي. پر نيٺ آيو ته وري پنهنجو نالو نه ٻڌائي، نالو ٻڌايائين ته وري هٿ وارو رانديڪو نه ڏئي، نيٺ جڏهن اهو رانديڪو ته ڏنائين ته مون ڏاڍي پيار وچان هن کي چميو ۽ اسين ٻئي هميشه لاءِ هڪ ٻئي جا پڪا دوست بڻجي وياسين. ولاٿول وڏي شاندار ۽ معزز شخصيت جو مالڪ آهي. هن قومي هلچل جا ڪئين گيت ناهيا آهن. ولاٿول جي عمر هن وقت ستر سال ٿيندي. هن جو آواز ڳورو ۽ گونج ڀريو آهي. سفيد ڌوتي اوڍي هن پنهنجي ڊگهين ٻانهن سان مون ڏانهن اشارا ڀئي ڪيا ۽ مشڪيو ٻه ڀئي. ولاٿول انگريزي، اردو يا هندي نه ڄاڻي نه سمجهي ۽ مان وري مليالي ڪو نه سمجهان، انهيءَ ڪري اسان جي ڳالهه ٻولهه گووندن ڪروپ جي ذريعي ٿي. گووندن ولاٿول جو پٽ آهي. هن جي اکين ۾ هميشه هڪ گهري سوچ ويچار جي جهلڪ ڏسبي آهي.

گووندن چيو "بابا چوي ٿو ته مون توهان کي پنهنجو هم عمر سمجهيو هو پر توهين ته تمام جوان آهيو" انهي تي مان ۽ اندوچرن جيڪو ولاٿول جو ناٺي آهي، مشڪڻ لڳاسين. اچوت ڪروپ، گووندن ڪروپ ۽ ولاٿول جا ٻيا پٽ ۽ هن جو ناٺي اندوچرن اشتراڪي هلچلن ۾ خاص ڀهرو وٺندڙ آهن. هنن جا خيال ولاٿول جي خيالن کان نرالا آهن. ڄاڪاڻ ته ولاٿول مدراس ڪاتي جو وڏو سرڪاري شاعر آهي ۽ انهيءَ لاءِ هن کي سال ۾ هزار روپيه پگهار ملندو آهي. مون سوال ڪيو "فقط هزار روپيه؟ هڪ هزار روپيه؟ انهيءَ حساب سان هن جو ماهوار پگهار چوراسي رپين کان به گهٽ ٿيندو. منهنجي خيال ۾ بمبئي ميونسپالٽي جي ڀنگيءَ کي به ان کان وڌيڪ پگهار ملندو آهي. مان ڀنگيءَ جي ڪم کي به ايترو ئي ضروري ٿو سمجهان، جيترو هڪ شاعر يا وزير جي ڪم کي، پر اجوري ۾ ايڏو فرق ڇو آهي؟ مدراس سرڪار جو وزير ته هزارين روپيه ماهوار پگهار کڻي ٿو ۽ انهن جو وڏو شاعر فقط چوراسي روپيه! سرڪار تهذيب ۽ فن جو ڪيڏو نه قدر ڪيو آهي.!!" ولاٿول هڪ جهوني وڻ جيئان اسان جي مٿان بيهي اسان جي گفتگو کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو پر هو ڪجهه ٻوڙو به آهي، انهيءَ ڪري اسان جي بحث جو مطلب سمجهي نه سگهيو هن

آهستي منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي گووندن کي ڪجهہ چيو.

گووندن مون کي چيو " بابا چوي ٿو تہ مون کي ڏاڍو افسوس آهي، جو هنن ڏينهن ۾ اسان جو ناچ گهر موڪلن سبب بند آهي، نہ تہ جيڪر توهان کي سچو ڪٿڪلي ناچ ڏيکاريون ها. "

پوءِ گووندن پنهنجي ڀيڻ ڏانهن اشارو ڪري چيو "هيءَ اسان جي نڍي ۾ نڍي ڀيڻ آهي ۽ تمام سٺو ناچ ڪندي آهي. "

ننڍي ڀيڻس ڪلي انوچرن جي پٺ کي منهنجي گود مان ڪٽي ورتو ۽ چيائين، " هلو ماني تيار آهي. " مان مسافريءَ ڪري ٿڪل هوس، انهيءَ ڪري ماني کائي جلد سمهي پيس، جڏهن اٿيس تہ پاڇا لڙي چڪا هئا ۽ اس جي تيزي گهٽجي ويئي هئي، چانهہ پي اسين پارت نديءَ جي پل تي وڃي ويٺاسين. نديءَ جي هيءَ پر شونور ريلوي جنڪشن آهي، شونور جي پريان اوچيون پهاڙيون آهن، جنهن جي پنيان سج غائب ٿيڻ تي هو ۽ پارت نديءَ جي سطح تي پئي چمڪيو.

اندوچرن چيو " انهن پهاڙين جي پريڻءَ پر موپلن جو ديس آهي. موپلن جي بغاوت بابت تہ تو ضرورت ٻڌو هوندو. "

مون ها ڪئي.

" موپلا اصلي عربي مسلمان هاري آهن، هنن جي بغاوت نجي هارين جي بغاوت هئي، پر ان کي هڪدم فرقيوار رنگ ڏنو ويو ڇاڪاڻ تہ موپلا مسلمان هئا ۽ انهن جا زميندار هندو هئا. پر اها ڇڪتاڻ فرقيوار نہ هئي. بنيادي طور اها هارين جي زميندارن خلاف بغاوت هئي. پهرين اها هلچل صحيح راهہ تي هلندي رهي، ڪيترا هندو هاري بہ هنن سان شامل هئا ۽ هڪ دفعي جڏهن اسپيشل پوليس موپلن تي چڙهائي ڪئي ۽ پوليس کي شڪست کائڻي پئي تڏهن هنن جا ڪيترائي براهمڻ ڪلارڪ موپلن جي هٿ اچي ويا. پر موپلن هنن سان ڪو بہ خراب سلوڪ نہ ڪيو. اٽلو هنن کي پنهنجي ٽوليءَ ۾ شامل ڪري ڇڏيو ۽ اهو اتي بہ پنهنجي ٽائيپ جي مشينن تي موپلن لاءِ ساڳيو ئي ڪم ڪرڻ لڳا، جيڪو اسپيشل پوليس لاءِ ڪندا هئا.

" اها اسپيشل پوليس ڪهڙي بلا آهي ؟ " مون سوال ڪيو. اها

اسپيشل پوليس انگريزن جي وقتِ کان موئي موپلن کي دٻائڻ لاءِ اتي مقرر ڪئي ويئي هئي، ان هلچل کي تمام سختيءَ سان دٻايو ويو. هڪ دفعي گانڌي جي ۽ مولانا محمد علي بہ ان علائقي جي دوري تي آيا هئا، پر ان ڪانپوءِ ڪنهن بہ قومي اڳواڻ هن پاسي منهن ڪونہ ڏيکاريو آهي ۽ اها هلچل غلط ماڻهن جي ور چڙهي ويئي. اصل ۾ اها هلچل هڪ سٺي مقصد لاءِ شروع ڪئي ويئي هئي، انهيءَ هلچل ۾ موپلن تمام ڳريون سختيون سٺيون، ڪمانڊر هچوويڪ جا ظلم تہ سڄي ملبار ۾ مشهور آهن. جڏهن موپلن انهيءَ کي بہ قتل ڪري ڇڏيو تہ انگريزن ان عوام جي وڏي ۾ وڏي دشمن جي نالي هڪ يادگار ٺهرايو. جيڪو اڄ بہ قائم آهي. اڳي ڪانگريسي چوندا هئا تہ طاقت حاصل ڪرڻ بعد اسين ان يادگار کي هڪدم هٽائي ڇڏينداسين، پر طاقت ۾ اچڻ بعد نہ هنن ان يادگار کي هٽايو ۽ نہ اسپيشل پوليس کي موپلن جي ملڪ ۾ ختم ڪيو! “

” سو ان انگريزن جي زماني جي اسپيشل پوليس اڄ بہ اتي قائم آهي؟ “

” قائم ڇا آهي، پر اڳي کان بہ وڌيڪ سرجوشيءَ سان ڪم پيئي ڪري، طريقا اهيئي پراڻي حڪومت جا آهن، فقط آزادي نئين آهي. “

پل جي پريان شونور جنڪشن تان انجڻ جي شنٽنگ جو آواز پئي آيو. اندوچرن پل جي مٿان جهڪي پارت نديءَ جي لهرن ڏانهن نهاريندي چيو ” هلچل جي زماني ۾ انهيءَ ساڳي شونور جنڪشن تان ڏيڍ سئو موپلا هارين کي هڪ مال گاڏي ۾ بند ڪري ڪوئمبتور وٺي ويا هئا، جتي هنن تي مقدمو هلائڻو هون. ڏيڍ سو انسانن کي هڪ ننڍي گاڏي ۾ جانورن جيئان سٿيو ويو جڏهين منزل تي پهچي گاڏو کوليائون تہ اڌ کان وڌيڪ موپلا هاري مونجهہ ۾ مري ويا هئا. اها ڪا ڪهاڻي ڪانهي، روايت ڪانهي، حقيقت آهي ۽ هتي جي سيني اخبارن ۾ رپورٽ ٿي چڪي آهي. “

گوونڊن آهستي چيو انگريز سراج الدولہ جي بلئڪ هول جو ذڪر وري وري ڪندا هئا، پر شونور جي بلئڪ هول جو ذڪر ڪڏهن ڪونہ ڪيائون. انسانيت کي صحيح منزل تائين پهچڻ لاءِ خبر ناهي اڃا اهڙن ڪيترن بلئڪ هولن مان لنگهڻو پوندو. “

سج لهي ويو هو پارت نديءَ جي سطح تي لکين تارا ڪڙڪيتن جيئان ٿي ٽمڪيا. شونور جنڪشن تي هڪ انجڻ شنٽنگ پئي ڪئي، هڪ گاڏي ڪوچين طرف رواني ٿي، ڪارن ٻهاڙن جي پريان موپلن جي ديس ۾ هاري اجا پنهنجي حقن لاءِ پيا لڙن. پارت نديءَ جي پل تي ڪيرالا جي حد ختم ٿي ٿئي ۽ مدراس جي حد شروع ٿئي ٿي. پل تي آبڪاري کاتي جو پهرو آهي. سپاهين جي نرڙ تي چندن جا وڏا تلڪ لڳل هئا ۽ مون پئي سوچيو " شراب تي بندش ته پوي ٿي، پوءِ ظلم تي به بندش ڇو نه ٿي پوي ! چاڪاڻ ته موپلن جي ديس ۾ اسپيشل پوليس اجا موجود آهي ! "

گاڏي دونهان ڪيندي گهٽو پري هلي ويئي. پل جي پرينءَ پر کان هڪ گاڏي وارو پنهنجي بيل گاڏي ۾ ويهي ڳائيندو هيڏانهن پئي آيو.

گووندن چيو " موپلن جو رهبر به هڪ گاڏي وارو هو هڪ غريب مزدور گاڏي وارو. هن جو نالو "ڪنجو احمد" هو. هن جي انتظام ۽ ضابطي لاءِ انگريز به واهه واهه ڪندا هئا. هن کي پڪڙڻ لاءِ وڏو انعام آڇيوويو پر ڪير به هن کي پڪڙي نه سگهيو. آخر شاهي سرڪار پنهنجي پراڻي چالبازي هلائي. هن کي نياپو موڪليو ويو ته جيڪڏهن پاڻيهي اچي پيش پوندين ته هن کي ڪجهه به نه ڪيو ويندو. ڪنجو احمد حاجي انهيءَ چال ۾ ڦاسي پيو ۽ اچي پاڻ کي اسپيشل پوليس جي حوالي ڪيائين. شاهي سرڪار پنهنجو وعدو وساري ڇڏيو ۽ هن ڦاسيءَ تي تختي تي لٽڪايو ويو. "

گووندن ان بيل گاڏيءَ ۾ ويٺل گاڏيءَ واري ڏانهن نهاريندي چيو " هو بلڪل اهڙو ئي گاڏيءَ وارو هو "

۽ گاڏيءَ وارو گيت ڳائيندو اسان جي سامهون لنگهي ويو.

پرديشي، پوئينم پتالم وتنم
پرنڪار ناوڊي ڪو ترنيم
پرايئند ناٿو ڪار پاو مان نيگٽڙي
پر منبڊي اچتي تڪ مينو

(ماڻهو چون ٿا ته پرديسي هليا ويا، هن جا سپاهي به واپس موٽي ويا ۽ هينئر اسان جي پنهنجي حڪومت آهي ڇا پوءِ به اسان جي غريب هم

وطن جي پيءُ کي ڦاهي تي لٽڪايو ويندو؟ )

” هي بہ اهو ئي آهي .. اهو ئي آهي. “ مون گووندن کي چيو ” گـاڏيءَ وارا سڀ گاڏيءَ وارا آهن, سڀ هڪ جهڙا آهن ! “

***

**الوائي** ڏانهن ويندي ڪا به خاص ڳالهه ڪا نه ٿي. مون واري گاڏي ۾ به پادري هئا، جن جي ڳالهين مان پروڙيم ته ناتال ملهائڻ لاءِ ڪنهن هنڌ وڃي رهيا هئا. هڪڙو ٻيو شخص به هو جو الوائيءَ ۾ لارين جو ٺيڪيدار هو. هن کي سونهري ڪنار واري قيمص ۽ ڌوتي اوڍيل هئي. منهن تي ڇڊي سونهاري هيس ۽ هر هر مونڏانهن نهاري پئي مشڪيائين. هن جي ويس وڳي جي اها زناني نزاڪت ۽ هن جي مرڪ مون کي پسند ڪانه هئي، انهيءَ ڪري مون هن کي مشڪڻ ڏنو ۽ پاڻ دريءَ مان ٻاهر نظارو ڏسڻ لڳس. ٻاهر جو نظارو اندرئين نظاري کان وڌيڪ دلچسپ هو. سادن ٽن ڪلاڪن جي مسافريءَ بعد جڏهن الوائيءَ کي ويجهو پهتاسين تڏهن شايد هن ماڻهوءَ کان وڌيڪ رهيو نه ٿيو هن منهنجي ڪلهي تي هٿ رکي منهنجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪايو مون پڇيومانس، " ڇا ڳالهه آهي ؟ "

" توهين .. توهين ڪرشن چندر آهيو نه ؟ "

" جي ها "

" مان توهان کي سڃاڻان "
" ڪيئن سڃاڻو؟ "
" توهان تيچور ۾ ليڪچر ڏنو هو نه؟ "
" جي ها "
هن ڏاڍي نزاڪت سان مرڪي مونڏانهن نهاري هٿ جوڙيا، مون به هٿ جوڙيا. هن چيو " مان الوائيءَ ۾ لارين جو ٺيڪيدار آهيان. "
مون چيومانس " چڱو ٿيو جو توهان پڌائي ڇڏيو مون سمجهيو هو ته توهين سوامي ديانند جا چيلا آهيو. "
هو ٻهرين ڇرڪيو پر هڪدم سنڀالي ورتائين. چوڻ لڳو " مان ته الوائيءَ جي پسگردائيءَ ۾ لارين جو ٺيڪيدار آهيان، مڪيه سڙڪن تي سرڪاري لاريون هلنديون آهن، ننڍين رستن تي منهنجون... منهنجون ڪل ٻارنهن لاريون آهن "
" منهنجون " ۽ " ٻارنهن " لفظن تي هن خاص زور ڏنو.
مون ڳالهه بدلائي چيو " ترپيور ۾ مون جيڪي چيو انهيءَ بابت توهان جو ڇا رايو آهي؟ " هو ڏاڍي مٺي ڍنگ سان چوڻ لڳو " توهان ماڻهن جا ويچار تمام سٺا آهن، پر معاف ڪجو توهان ماڻهن جو نظام ڪجهه ڪمزور آهي. "
اهو ٻڌي مون ڇرڪ ڀريو " اهو ڪيئن؟ "
هن چيو " جيڪڏهن توهان جو نظام نيڪ هجي ها ته مون وٽ اڄ ٻارنهن لاريون ڪٿان اچن ها؟.. چڱو ڀلا الوائي اچي ويئي. "
هن وري به ڏاڍي نزاڪت سان هٿ جوڙيا ۽ هينڊ بيگ کڻي هيٺ لهي ويو.
لهڻ مون کي به هو پر انهيءَ ڪان اڳي مون هن جو ڪنڌ پڪڙي ان مان هن جي اها نزاڪت ۽ سونهن نپوڙي ڪڍڻ ٿي چاهي، پر ڪريان ڇا؟ هينئر هن جي بادشاهت هئي، هن اسان کي پٽي نپوڙيو نپوڙي بيپرواهيءَ سان ڦٽو ڪري ڇڏيائين. جيئن لارين جي پراڻن ۽ بيڪار پرزن کي گند جي ڍير تي ڦٽو ڪبو آهي، انهيءَ ڪري مون پنهنجا چپ پڪوڙي ڇڏيا ۽ لهندي لهندي هن کي چيم " ٺيڪيدار صاحب، توهان جي انهيءَ هر هڪ

لاريءَ ۾ اندر اسان جو ڊرائيور وينل آهي سمجهوَ؟ “

پر هن ڪنڌ ورائي پٺيان ڪو نہ نهاريو.

الوائي هڪ هنري شهر آهي. هتي پاڻ ٺاهڻ جو ڪارخانو آهي ۽ ايليومينم جي ٽانون ٺاهڻ جي هڪ وڏي ڪمپني آهي، جا سڄي هندستان ۾ پنهنجو مال موڪليندي آهي. هنن جي گهرج ۾ ڪپٽ جيترو ايليومينم اتي پيدا ڪو نہ ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري هو اهو ٻاهران بہ گهرائيندا آهن، پر ٻاهران گهرائڻ تي بہ ڪمپنيءَ وارن کي فائدو ٿيندو آهي، ڇاڪاڻ تہ هتي مزدوري سستي آهي ۽ بجلي بہ تمام سستي آهي جا پنجاهہ ميل پريان هائڊرو پراجيڪٽ مان ايندي آهي.

الوائيءَ کان ڪوٽايم سرڪاري بس رستي وڃبو آهي. ڪوچين ۽ ٽرانڪور جي گڏجڻ بعد اتي بس سرڪاري ملڪيت بنائي ويئي استيٽ ايڪسپريس.( عام طرح غلطيءَ وچان سرڪاري ملڪيت کي قومي ملڪيت سڏيو ويندو آهي)استيٽ ايڪسپريس، سگريٽ نہ پر سرڪاري بس اٽڪل ساڍي يارهين بجي الوائيءَ مان نڪرندي آهي. ڪوٽايم کي عيسائي شاهوڪارن جو گهر سمجهيو ويندو آهي، ڏکڻ هندستان ۾ اهو شهر ربڙ جي واپار جو مرڪز آهي، ٽراونڪور ۾ ربڙ جي وڻن جا وڏا شاهي باغ آهن، ڪوٽايم ۾ چيرياپلي نالي هڪ تمام جهوني ديول آهي، چون ٿا تہ اها ڇهہ سئو سال جهوني آهي. ڪوٽايم کان ٿورا ميل پري ڏکڻ هندستان جي ٻي بہ هڪ جهوني ۾ جهوني ديول آهي، انهيءَ جو نالو ڪوراويلنگنا آهي. اها پهرين صديءَ جي وقت جي آهي. ان صديءَ ۾ شام ملڪ جا ڪيترائي عيسائي ڏکڻ هندستان ۾ اچي گهر ڪري ويٺا ۽ انهن جو اولاد اڄ بہ ڪوٽايم ۾ موجود آهي.

الوائيءَ کان ڪوٽايم ويندي رستي تي ڪئين سهڻا دلڪش نظارا آهن. رستي جي پاسي کان ننڍڙا ڳوٺ آهن، جن جا خوبصورت مڪان ڳاڙهي پوري پٿر جا ٺهيل آهن ۽ انهن جون ڇهہ ڪنڊيون ڇتيون ناريلي وڻن جي پنن جيئان پري کان نهايت سٺيون لڳنديون آهن، گهڻو ڪري هر گهر ٻاهران ڪيلن جا جهُڳٽا تنگيل هوندا آهن ۽ هيٺ زمين تہ . ڪارا مرچ پيا سُڪندا آهن.

ڪارا مرچ هتي جي خاص پيدائش آهي، تنهن ڪان سواءِ ٽيپوٽيڪا جون ڳنڍيون پٽاٽنَ وانگر ڪپي اس ۾ سڪائيندا آهن، جي هو ٻاجهيءَ وانگر رڌي کائيندا آهن. رستي تي هاري بانس جي ڪانيءَ تي ٽوڪريون ٻڌي ڪلهي تي رکي هڪ ڳوٺ کان ٻئي ڳوٺ ويندا ڏسبا. عيسائي زالن جون ٽوليون ديول مان پيئون موٽنديون. ڪيرالا جي زالن جو لباس ڌرم ۽ ذات جو پابند نہ آهي، سيني جو هڪ ٽي ويس ٽيندو آهي، هڪ قميص ۽ هڪ ڌوتي جا هو مردن جيان گوڏ ڪري ٻڌنديون آهن. پر عيسائي زالون اها ڌوتي اهڙي طرح ٻڌنديون آهن، جيئن ڌوتيءَ جو هڪ پلئو پٺيان ڪلنگيءَ وانگر ٻاهر ڏسبو آهي، انهيءَ ڪلنگيءَ کي اتي نيور چوندا آهن. ننڍيون ڇوڪريون سفيد گهاگهريون پائينديون آهن ۽ جڏهن ميڙاڪي ۾ هونديون آهن تہ نظارو نهايت دل ڇڪيندڙ هوندو آهي. رستي تي صبح کان شام تائين توهان کي هزارين اهڙا ٻار گڏبا جي بغل ۾ ڪتابن جو ٿيلهو دٻائي يا اسڪول پيا ويندا يا پيا موٽندا. هندستان جي ٻئي ڪنهن بہ علائقي ۾ مون اهڙو نظارو نہ ڏٺو آهي. هن پٽ جا پنجاهہ سيڪڙو ماڻهو تعليم يافتہ آهن. مليالي ٻولي ۾ ويهہ روزانيون اخبارون نڪرندڙ آهن ۽ هر ڪا اخبار هزارن جي تعداد ۾ وڪامندي آهي.

هن ملڪ جي ماٿرين ۾ سال ۾ ٻہ فصل ٿيندا آهن ۽ پهاڙين تي ٽيوٽيڪا پوکبو آهي، جنهن کي هتي مرچيني چوندا آهن. مرچيني جو ٻوٽو اٺ فوٽ اوچو ٿيندو آهي. انهن جي ٽارين تي پٽاٽن وانگر گل ٿيندا آهن، جن ۾ بہ پٽاٽن وانگر نشاستو هوندو آهي. مرچينيءَ جي پوک قلمي آهي، ان جي ٽارين جا ڇهن ڇهن انچن جا ٽڪر ڪري زمين ۾ لڳائبا آهن ۽ انهن جي چوڌاري مٽيءَ جو ڍير لڳايو ويندو آهي، پوءِ ان کي پاڻ ۽ پاڻي ڏنو ويندو آهي. اهڙيءَ طرح ٿورن ڏينهن ۾ اها ٽاري زمين ۾ پنهنجي پاڙ پکيڙيندي آهي ۽ انهيءَ ۾ ننڍڙا ساوا پن ظاهر ٿيندا آهن. پهاڙيَ علائقن ۾ جتي چانور ميسر نہ ٿيندا آهن، اتي غريب هارين جو کاڄ اها مرچيني آهي. هو ان جا ٽڪر ڪري سڪائي رکندا آهن ۽ پوءِ پٽاٽن وانگر ٺهڪائي مڇيءَ سان گڏ کائيندا آهن. مرچيني ۽ مڇي سٺو کاڌو آهي، ڇاڪاڻ تہ مرچيني ۾ نشاستو آهي، ۽ مڇيءَ ۾ پروٽين جا جزا آهن. پر

ڪڙمي غريبيءَ سبب مڇي وڃي بازار ۾ وڪڻن ۽ پاڻ باقي اڪيلي مرچيني کائين، جنهن ڪري هنن جو ڪاڏو اڻپورو رهجي ويندو آهي ۽ هنن جي آنڊن ۾ زخم ٿي پوندا آهن ۽ هو موت جو شڪار بڻبا آهن. هن علائقي ۾ اها آنڊن جي بيماري تمام عام آهي.

هن علائقي ۾ ڪشيونٽ جا وڻ به تمام گهڻا نظر ايندا آهن. ندي ڪناري پهاڙن جي لاهيءَ ۽ چاڙهيءَ تي هيٺ ماٿرين ۾ جتي ڪٿي اهو وڻ نظر ايندو. پنين پارن وچ ۾ به اهو وڻ لڳندو جتي پيو ڪجهه نه هوندو ۽ فقط پٿر ۽ سڪل سلا هوندا اتي به اهو وڻ ملندو ان وڻ کي پوکڻ جي ضرورت نه ٿيندي آهي، ان جي سنڀال جي ضرورت نه ٿيندي آهي، جتي جڳهه ملندي اتي ايري نڪرندو. پر هي ڪيشونٽيءَ جو وڻ جهڙو تهڙو وڻ نه آهي، ڪو بيڪار وڻ نه آهي، هي گهڻي ۾ گهڻا ڊالر ڪمائيندڙ وڻ آهي. ان جي ننڍڙي قد ڏانهن نه وڃو. ان جي بيرنگي گلن ڏانهن نه نهاريو. انهن گلن جي ڇڻڻ بعد ان ۾ اهو ميوو پيدا ٿيندو آهي جو اولهه جي ملڪن ۽ ان جي ديسين ۾ ۽ خاص ڪري آمريڪا ۾ ماڻهو وڏي شوق سان کائيندا آهن. ٽراونڪور جو ڪاڄن جو ڏنڏو انهن وڻن جي ڪري ئي زنده آهي ۽ ان ڏنڌي مان لکين ڊالرن جي آمدني ٿيندي آهي. اهي ڪاڄا صاف ڪري، پُڄي آمريڪا موڪليا ويندا آهن ۽ موٽ ۾ اتان سون جهڙا ڊالر ۽ سامراج جي نئين غلامي ايندي آهي. جنهن کي اسان جا ڪي دوست سائوٿ ايسٽ ايشيا جي آزاديءَ جي نالي سان سڏيندا آهن، چون ٿا ته هن دفعي آمريڪا ۽ هندستان جي وچ ۾ جيڪو واپاري ناهه ٿيندو ان تي ان ڪاڄن جي قلم سان ئي صحيح ڪئي ويندي.

هن ملڪ ۾ فقط اهو ڪشيونٽيءَ جو وڻ نه آهي. ڪيرالا ديس جا جيڪي به وڻ آهن، چانهه، ڪافي، ڪيشونٽ، پيپر وائن، نڪس واميڪا، ربڙ. هر ڪو ٻوٽو ڊالر ڪمائيندڙ ٻوٽو آهي. پس هيلتائين فقط اتي جي سمنڊ جي مٽي ۽ ريتي ڊالر ڪمائڻ کان رهيل هئي، سو هاڻي ٻڌجي ٿو ته ان جي سرخ ريتيءَ ۾ به يورينيم لڪل آهي ۽ انهن جون ڳوٿيون ڀرجي آمريڪا موڪليون پيون وڃن ۽ انهن جا به ڊالر پيا اچن.

۽ مان لاريءَ ۾ ويٺي پيو سوچيان ته ڪيرالا جي ديس جي ڌرتي

جيڪي اهي سڀ ڊالر ڪمائي ٿي، اهي وڃن ڪيڏانهن ٿا ! اهو ڪيئن ٿيو آهي، جو ايترن ڊالر ڪمائيندي بہ ڪيرالا جو عوام بکيو آهي، انهن خوبصورت پهاڙين جا مالڪ هوندي بہ انهن جي قيمتي ڌاتن ۽ پيدائش جا وارث ٿي ڪري بہ انهن جي بدن تي سڪٽي ٽوپي ڪانهي، انهن جي پيرن ۾ رواجي جتي ڪانهي، هنن جي پيٽ ۾ چانورن جو هڪ ڪٽو ڪونہ ٿو پهچي ۽ پيٽ جي انهيءَ ناسور ۾ خبر ناهي تہ ڊالرن جا اهي ڍير ڪيڏانهن گم ٿي ٿا وڃن. هي هندستان ۾ 15 آگسٽ تي جيڪا اسان کي آزادي ملي انهيءَ کي ڪهڙو ڏاڙيل اچي لُٽي ويو! ڇوتہ اها آزادي ڪيرالا جي هارين تائين اڃان پهتي ئي ڪانهي. ها ٽرانڪور جي بازارين ۾ موٽرون اچا بہ اڳي جيئان پيون ڦرن، ڪوٽائم ۾ باٽا جون سهڻيون جتيون اچا بہ پيئون وڪامن، الوائيءَ ۾ لارين جو ٺيڪيدار زريدار ڪنار واري ڌوتي پائي سگهي ٿو پر اهي ڊالر ڪمائيندڙ محنتي انسان انهن موٽرن ۾ چڙهي گهمي ڇو نہ ٿا سگهن؟ چندرن شيري جي ڪڙمين جي پيرن ۾ آئون باٽا جون سهڻيون جتيون پيل ڇو نہ ٿو ڏسان ؟ الپيءَ جي ناريل جي ڪاپاڙ اُٽندڙن جي بدن تي مان اهي زريدار ڌوتيون ڇو نہ ٿو ڏسان ؟ منهنجي دل ۾ اهو ئي ويچار ٿو اڀري تہ جن ماڻهن عوام کان هنن جون موٽرون، هنن جون جُتيون، هنن جا سهڻا ڪپڙا ڦُريا آهن شايد انهن ئي هنن جا ڊالر بہ ڳڙڪايا آهن ۽ هنن آزادي بہ پاڻ وٽ دبائي رکي آهي ۽ بدلي ۾ هنن جي مٿي تي ناريلي ڪکاين ٽوپيون ڪٽي رکيون آهن، چانورن بدلي هنن جي آنڊن ۾ ناسور پريو آهي ۽ پيرن ۾ جُتيءَ بجاءِ ڪيرالا جي زهريلي نانگن جا ڏنگ بچائي رکيا آهن.

۽ مان وينو آئيندي جو ويچار ڪريان. مستقبل جيڪو گهڻو پري ڪونهي ۽ تمام ويجهو اچي پهتو آهي، انهن پهاڙين جي پريان اتر ملبار جا جوان لڙي رهيا آهن ۽ ڪيرالا جي ڏکڻ ۾ اوڀر ۾ اتر ۾ اولهہ ۾ ۽ ڪيرالا جي بنهہ وچ ۾ انهن دوکيبازن خلاف لڙي رهيا آهن ۽ هينئر جلد ئي اهو چرخو پلٽجي ويندو ۽ پوءِ اها دوکيبازي، اها دلالي، اها چوربازاري ۽ اها جادوگري ختم ٿي ويندي ۽ ڪيرالا جا مانجهي مڙس غلاميءَ جا بنڌڻ ٽوڙي پنهنجي محنت سان پيدا ڪيل دولت پاڻ ماڻي سگهندا. پاڻ خرچ

ڪري سگھندا. مان اهو سوچيندي ٻاهر ڏسان ٿو لاريءَ جي دريءَ کان ٻاهر جو نظارو نهايت دلفريب آهي. ناريلن جا بلند وڻ، انهن جا سڌا ڍگها سفيد ٿُڙ ۽ انهن جي چوٽين تي پنکن مثل سبز پنَ هوا ۾ مست ٿي پيا جُهومن. نيري نهر جي ڪناري وڻن جي ٿڌي ڇانو ۾ ساوڪ جو بخملي غاليچو وڇايل آهي ۽ آئيني مثل صاف پاڻيءَ جي سطح تي بنفشي جا گُل ٽڙيا بيٺا آهن ۽ سامهون کيت مان زالن جي گيت جو آواز پيو اچي:

اي في ٽرچور املو گلامي تمبور ڪڪ ڪڪ،

اي في ڪنڊا جريمت دري!

( منهنجي بدصورتيءَ تي تہ مالڪ منهن ٿو گهُنجائي پر منهنجا موتين جهڙا چانور ڏسي اهي وري مون کا ڦرڻ ٿو چاهي)

هزارين سالن کان ڪيرالا جون زالون پنهنجي بيڪسيءَ جو اهو گيت زمين ۽ آسمان جي مالڪن کي ٻڌائيندي رهيون آهن پر حالتن ۾ ڪو بہ فرق ڪو نہ پيو آهي. ڇاڪاڻ تہ انقلاب ڪڏهن بہ رحم ۽ مذهب مان پيدا نہ ٿيندو آهي. اهو تہ طاقت سان ۽ محنت سان حاصل ٿيندو آهي، انهيءَ ڪري ئي ڪيرالا جي کيتن ۾ اڄ هڪ نئين راڳ جي گونج پيئي ٻڌجي.

اهو گيت جو ڪيشونديءَ جي وڻ جيان هر هنڌ، هر گهر ۽ هر زمين ۾ پيدا ٿي سگهي ٿو ۽ جنهن جي پاند ۾ محنت ۽ آرام جو سک پريل آهي. هڪ ٻيو گيت:

تاسي يارو تو چي ان انو ملا تودي

تاميچال نمل اُنائي چتو تيرم پودي

( جن وٽ ڪجھہ بہ نہ آهي، سي جلدي پاڻ ۾ هڪ ٿي وڃو دير ڪندئو تہ بک مرڻو پوندو!)

ڪيرالا جي امر شهيدن جي ماءُ اڄ کان پوءِ ڪير بہ تنهنجي گيتن کي ۽ تنهنجي چانورن جي داڻن کي توکان کسي نہ سگهندو. هوڏانهن اتر ڏانهن ڏس، تنهنجا بهادر سپوت ٻيلن وٽ ڪٺا ٿي رهيا آهن.

ساڍن نون ڪلاڪن جي بس جي سفر بعد اسين رات جو اٺين بجي ترانوڪور پهتاسين. منهنجي سفر جا ٻيئي ساٿي سريڌر ۽ پي- ماڌون اڃا

شاگرد آهن ۽ اسٽوڊنٽ فيڊريشن جا مک ڪارڪن آهن. سريڌر ترانڪور ۾ پڙهندو آهي ۽ ماڌون ڪوئي لون ۾. رستي تي ٻنهي کي هر هر ٻُک پئي ستايو ۽ ٻنهي جڻن منهنجي ٿوري ڪائڻ تي عجب پئي ڪاڌو. سريڌر جيترو گهٽ ڳالهائيندو آهي ماڌون هن کان ٻه گهٽ ڳالهائيندڙ آهي، ماڌون بندرو آهي، پر سريڌر هن کان ٻه ٻندرو آهي. ماڌون جي نيڻن ۾ هڪ عجيب معصوميت آهي. پر سريڌر جي نگاهن مان شوخي ۽ شرارت پيئي ٽپڪي. هن اڪثر نڪ ڦُنڊائي يا شون..شون ڪري مون ڏانهن پئي نهاريو ۽ منهنجي ٽَڪَ تي ٺوڪ طور پئي مشڪيو.

لاريءَ ۾ اسين سيئي گڏ ويٺا هئاسين ۽ اسان جي اڳيان پانت پانت جا ماڻهو ويٺا هئا. هڪڙا اهي هئا جن کي اسان جي ڳالهين سان ڪا ٻه دلچسپي ڪانه هئي. اسان جي اڳيان هڪڙو پادري ويٺو هو شايد مون وانگر هن ملڪ ۾ پهريون دفعو آيل ٿي ڏٺو. جنهن پنهنجي همراهه کي جدا جدا جڳهن جو احوال پنهنجي مذهب جي خيال کان پئي ڏنو. پٺيان وري ٻيا ٻه جڻا هئا، جن سڄو وقت شڪار ۽ زالن جون ڳالهيون پئي ڪيون ۽ ڪنهن وقت ته ايئن ٿيو ساڳئي علائقي لاءِ ٻن قسمن جو ذڪر اچي ٿي چڙيو. مثال طور هڪ جڳهه جي باري ۾ سريڌرِ مون کي چيو ”هي ش نگناشيري ڳوٺ آهي، اسان جو ڪامريڊ گوپالن هتي رهندو هو ڏاڍو زنده دل، ويڙهاڪ ۽ مانجهي مڙس هو. مزدور هن کي ڏاڍو ڀانئيندا هئا. هو هن ڳوٺ ۾ ٿي رهندو هو.“ ساڳئي وقت پادري پنهنجي ساٿيءَ کي پئي ٻڌايو” هي شنگناشيري آهي، اسان جي بشپ هتي نئين ديول نهرائي آهي، پاليا ذات جي ڪيترن ماڻهن کي اسان عيسائي بنايو آهي“ ۽ پٺيان آواز آيو.. ”هي شنگناشيري آهي هوءَ ڇوڪري ماريا جنهن جو مون توسان سوپل ذڪر ڪيو اها هتي ٿي رهندي آهي، هاءِ هاءِ! غضب جي ڇوڪري آهي! تازي ناريل جي کوپري مثل نرم ۽ ملايم!“ ۽ پوءِ هن جي هلڪن ٽهڪن ۽ وري هٿن جي مُس پُس جو آواز آيو ۽ مان سوچڻ لڳس ته جڳهه ته ساڳي آهي پر هر ڪو پنهنجي پنهنجي نگاهه کان پنهنجو جدا جدا رايو ۽ نرالو حوال پيش ٿو ڪري. هر نرالي ذڪر ۽ نرالي راءِ سان ان جڳهه جي شڪل ۽ ان جڳهه جي حيثيت بدلجي ٿي وڃي. پر حقيقت ڇا هئڻ

گهرجي؟ ڇا حقيقت ۾ شنگناشيري انهيءَ کري مشهور ٿيڻ گهرجي، ڇاڪاڻ ته اتي هڪ طوائف جي ڪوٺو آهي يا اتي هڪ ديول آهي يا ڇاڪاڻ ته اها زمين هڪ شهيد جي ماءُ آهي؟ سوال اصل ۾ موقف ۽ نظر جو آهي، ڪي ماڻهو عوام کي رڍون ٻڪريون ٿا سمجهن. اهي هميشه چوندا... هتي هيتريون عيسائي رڍون آهن يا هتي هيتريون هندو مسلمان رڍون آهن. ڪي ماڻهو وري هر شيءِ کي پنهنجي عيش ۽ نفس پرستيءَ جي نگاهن سان ٿا ڏسن. هتي گهڻيون ناچڻيون آهن، هتي ڪيترا شراب جا گُتا آهن. ڪي شخص وري اهو ڏسندا آهن ته ان تر جا انسان ڪجهه اڳتي وڌي رهيا آهن يا نه... اتان ئي زندگيءَ ۽ ادب توڙي فن ۾ روشن خياليءَ ۽ ترقي پسنديءَ جي شروعات ٿئي ٿي. شنگناشيريءَ جي ماريا طوائف جي ڪهاڻي لکڻ ۾ حقيقت پسندي ٿي سگهي ٿي پر ان کي ترقي پسندي ڪوٺي نه ٿو سگهجي.

اهڙو ساڳيو تجربو مون کي اڳتي هلي ترانوڪور ۾ به ٿيو. پيٽرول پمپ وٽ بيٺي مون ٻارهين صديءَ جي ٺهيل Gothic گاٿڪ ڍنگ جي اڏاوت سان ٺهيل هڪ عاليشان عمارت ڏانهن پئي نهاريو ۽ دل ۾ ساراهه پئي ڪيم جو اوچتو سريڌر چيو "سرسي- پي رام سوامي آير جي نادر شاهي حڪومت جي خلاف شاگردن پهريون ميڙ هن جڳهه ۾ ڪيو هو ۽ پوليس جون گوليون ۽ لٺيون کاڌيون هئائون! تڏهن مون هڪدم محسوس ڪيو ته هي پيٽرول پمپ فقط پيٽرول پرڻ جو آستان نه آهي، هي سامهون مڪان فقط سهڻي اڏاوت نه آهي، هي سامهون بازار ۾ فقط خريدارن ۽ وڪڻندڙن جو ميڙ نه آهي پر هي هڪ يڪي سلسلو آهي، هتي زندگيءَ جون ترقي پسند طاقتون ڪم پيون ڪن. هتي انسان اڳتي وڌڻ لاءِ لڙي ٿو مري ٿو ۽ نين قيمتن ۽ قدرن کي پيدا ٿو ڪري، هيءَ گهڙي، هيءُ منٽ جو منهنجي سامهون آهي، سو اڪيلو نه آهي، ان جون پاڙون ماضيءَ ۾ آهن ۽ منهن مستقبل ڏانهن آهي. اديب جيڪڏهن سامهون واري عمارت جون سِرون ڳڻڻ شروع ڪري ته هو رياضيدان ٿي سگهي ٿو ترقي پسند اديب نه ٿو ٿي سگهي. جيڪڏهن ڪو پيٽرول پمپ تي ايندڙ موٽرن جو رنگ روپ جو پورو پورو بيان ڪري ۽ فقط ان کي ئي پنهنجي ادب ۾ پيري ته اسين هن جي

رنگ جي پرک تي عجب کائي سگهون ٿا ۽ هن کي سندس علم تي داد ڏيئي سگهون ٿا. پر هن جي سماجي بي علميءَ تي ضرور ماتم ڪرڻو پوندو. ادب سڀ کا سچائي جي طلب ٿو ڪري، اڌ سچائي، چوٿائي سچائي ۽ انين پتي سچائيءَ جو ادب قائل نہ آهي. ادب کي اها سچائي کپي جو هر هڪ چيز کي هر ڪنهن طرف کان ورائي ڦيرائي ڏسي ۽ ان جي ڊيگهه ويڪر ۽ گهرائيءَ جو پورو اندازو لڳائي، ان جي حال ۽ ان جي ماضيءَ جون پاڙون ۽ ان جي مستقبل جي صورت تلاش ڪري، اها سچائي بہ پوري سچائي نہ آهي، جا زندگيءَ جو سچو عڪس تہ برابر چٽي پر ان جي رهبري ۽ اڳواڻي نہ ڪري سگهي. ٽراونڊرم، ڪوئي لون ۽ الپيءَ ۾ هر شهر ۾ مون ايئن محسوس ڪيو تہ اتي هر قدم ۽ هر پٿر تي انساني ترقي جي جدوجهد جا نشان موجود آهن ۽ اهي نشان برابر اڳتي وڌندا رهن ٿا. انهن شهرن ۾ مون هر پل ۽ هر منٽ ۾ تبديلي ايندي ڏٺي. عوام جي سچائي، جا هميشہ اڳتي وڌندي ٿي رهي ۽ انسان جي تقدير بدلائي ٿي ڇڏي، اهو اديب، اديب ئي نہ آهي جو ان سچائيءَ لاءِ نہ لڙي ۽ فقط قافلي جي ڌوڙ ٻڌجي ويهي رهي.

ٻئي ڏينهن منهنجي پهرين تقرير يونيورسٽي ڪاليج ۾ هئي. اهو ڪاليج اٽڪل سو سال جهونو آهي. راجنيتي ڳالهين ۾ انهيءَ ڪاليج جا شاگرد تمام پختا ۽ ويڙهاڪ آهن. ملڪي هلچلن ۾ هنن نہ فقط وڏو ڀهرو پئي ورتو آهي، پر ڪيئي دفعا اڳواڻي بہ ڪئي اٿن. سر سي- پي رام سواميءَ جي نادر شاهي دور ۾ سڀ کان پهرين هن ڪاليج جي شاگردن ئي هڙتال ڪئي ۽ عوام جي جدوجهد جي اڳواڻي ڪئي هئي. جنهن ۾ ان وقت ڪانگريس بہ شامل هئي. انهيءَ ڪاليج ۾ اٽڪل بہ هزار شاگرد آهن. انهن مان اڌ کان مٿي جلسي ۾ حاضر هئا، منهنجي تقرير بعد شاگردن تمام دلچسپ سوال ڪيا. مثال طور :

” مارڪس ۽ لينن جون لکٽيون ادب آهن يا نہ ؟ “

” ڏکڻ هندستان مٿان جو سرڪار زبردستيءَ هندي مڙهي رهي آهي، تنهن بابت منهنجو ڇا رايو آهي ؟ “

ادب ۾ ڪهڙي ڳالهہ وڌيڪ ضروري آهي .. مال يا رومال ؟ (Content

or Form)

" ٽالسٽاءِ جي لکڻين ۾ جيڪو مذهبي رنگ ڏنل آهي، ان کي ڪيتري حد تائين معاف ڪري سگهجي ٿو؟ انهن سوالن مان صاف ظاهر هو تہ شاگرد عقل ۽ سالم دماغ سان تعليم حاصل ڪري رهيا هئا ۽ ترقي پسند ادب سان کين گهري دلچسپي هئي.

جلسي جو صدر پروفيسر گپتا ناٿر هو. هن کي بہ ترقي پسند ادب سان گهڻي دلچسپي آهي. هو مليالي زبان جو هڪ سٺو ناٽڪ نويس ۽ ڪامياب اداڪار آهي. هن جي گفتگو نهايت صاف ۽ سولي آهي. هن جي ڳالهائڻ جي ڍنگ ۾ هڪ نرالي ڪشش ۽ جذباتيت پريل آهي. اتان مون کي ٽائون هال جي ميٽنگ ۾ ويڃڻو هو. اها ميٽنگ مهاتما گانڌي ڪاليج جي شاگردن سڏائي هئي. ٽائون هال پري ڪو نہ هو اسين پيدل ٿي اوڏانهن هلياسين. مون سان گپتاناٿر ۽ ٻيا ساٿي گڏ هئا. گلن ۽ لان جي سائي چهر ۽ گاهہ جي ٻارن وٽان لنگهندا اسين ڪاليج جي وڏي شاهي حاطي ۾ پهتاسين، جتي اندر انب جو هڪ وڻ هو.

ناٿر چيو " هي سامهون انب جو وڻ ڏسو ٿا ؟ "

"ها "

" ڪيئن ٿو لڳيوَ؟"

مان سوال ٻڌي حيران ٿي ويس. وڻ کي وي بہ چڱي طرح ڏسي چيم، " سٺو آهي، يعني جهڙا ٻيا انب جا وڻ ٿيندا آهن "

ناٿر مشڪي چيو " انهيءَ انب جي وڻ لاءِ يونيورسٽي ڪاليج جي شاگردن هڪ دفعو هڙتال ڪئي هئي. "

" سو ڇالا ڪيئن ؟ " منهنجي حيرت وڌي وئي.

ناٿر چيو " ڪاليج جي هلائيندڙن اهو وڻ ڪپائڻ ٿي چاهيو. هنن جو چوڻ هو تہ انهيءَ وڻ مان احاطي جي خوبصورتيءَ ۾ گهٽتائي ٿي اچي ۽ شاگرد چون تہ اسين اهو وڻ ڪپڻ نہ ڏينداسين. ڪيترن سالن کان اهو وڻ اتي بيٺل هو. ڪئين دفعا شاگردن گرميءَ جي موسم ۾ ان جي ٿڌي ڇانو ۾ ويهي پڙهيو ۽ آرام ڪيو هو انهيءَ ڪري هنن اهو وڻ ڪپڻ نہ ٿي ڏنو. "

ناٿر خاموش ٿي ويو.

مون سوال ڪيو پوءِ؟ "

نائر چيو " وڻ اجا توهان جي سامهون آهي، شاگردن جي ڪامياب هڙتال ڪارڻ ئي اهو وڻ اجا اتي بيٺو آهي. "

انبن جو اهو شاهي وڻ اسان جي سامهون هو. اهو پراڻو ڪشادي ٿڙ وارو سبز گهاٽن پنن وارو انب جو وڻ ڪهڙو نه سهڻو سندر پئي لڳو. ان وقت به ان جي ٿڙ کي ٽيڪ ڏيئي به شاگرد ان جي ٿڌي ڇانو ۾ پڙهڻ ۾ رڌل هئا. ان جي سيني تي ڪيترن ئي هنڌن تي ڪاليج جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جا نالا اُڪريل هئا. هڪ هنڌ پنجي واري دل جي شڪل هئي، جنهن ۾ تير ڇُپيل هو. ٻئي هنڌ لکيل هو "مان اقرار ٿي ڪيان ته مان ضروراينڊس" ٽئين هنڌ لکيل هو " صرف تنهنجو " چوٿين هنڌ به مليل هٿ اُڪريل هئا. نوجوانيءَ جون انيڪ اهڙيون خوشگوار يادگيريون، ڌڙڪندڙ دلين جا ڪئين اقرار ۽ انجام، دوستيءَ ۽ وفا جا ڪئين سهڻا نشان، محبت جا ڪئين تاج محل ۽ خواب ان هڪڙي وڻ ۾ لڪل ۽ سمايل هئا. مون کي خيال آيو ته اسان جا هي نوجوان شاگرد ڪهڙا نه ترقي پسند ۽ زنده دل آهن، هو فقط آئيندي لاءِ نه ٿا لڙن پر ماضيءَ لاءِ به لڙي سگهن ٿا. پنهنجي شاندار ۽ خوبصوت يادگارن جي حفاظت ڪري سگهن ٿا. هو فقط ٽرانسپورٽ جي مزدورن لاءِ نه، پر انب جي هڪ وڻ لاءِ به لڙي سگهن ٿا. فقط اهي شخص جيڪي زندگيءَ سان محبت ڪن ٿا، جي عوام کي پيار ڪن ٿا، جي عوام جي روز مره جي لڙائيءَ ۾ شامل ٿين ٿا، اهي ئي شخص حسن ۽ سونهن لاءِ لڙي سگهن ٿا. حسن، سونهن، فن ۽ پريت جي قسم کٽڻ وارن کي هڪ دفعو ٽراونڊرم ۾ وچي اهو وڻ ڏسڻ کپي. جنهن وڻ کي پراڻي حسن جي سنڀاليندڙن ۽ نئين حسن جي چاهيندڙن پنهنجي خون سان سنڀاليو آهي. انهيءَ حسن ۽ خوبصورتي جو بچاءُ اُهي عياش ۽ نفس پرست اديب ڪيئن ڪري سگهندا، جي عورت جي جسم کي پاڪ نگاهن سان نه ٿا ڏسن. جن کي بادليئر وانگر معشوق جي ڇِپن مان به لاش جو بوءِ ٿي اچي. جي عوام جي لڙاين ۾ حصو وٺندڙ اديبن کي ڳنڊي-ڇوڙ سڏين ٿا. عوام کي هينئر چڱي ريت خبر پئجي چڪي آهي ته سندن ڳنڍين کي ڪترڻ وارا اهي ئي شخص آهن جن آزاديءَ جي نالي تي سندن کيسا ڪتريا آهن ۽ حسن

جي نالي ۾ هنن جا انبن جا وڻ ڪپڻ ٿا چاهين.

ٽائون هال واري ميٽنگ ۾ اٽڪل هزار ماڻهو اندر ويٺل هئا ۽ اوترائي ٻاهر بيٺل هئا. اتان ٿي آءُ مسافر خاني ۾ موٽي آيس. جتي رات تائين شاگرد ۽ ليکڪن سان ترقي پسند ادب تي بحث ٿيندو رهيو. جيڪو ٻئي ڏينهن اخبارن ۾ تمام سٺي نموني ۾ شايع ٿيو. منهنجي ان دوري جو سمورو احوال، اسان جي ميٽنگن ۽ سياڻن جي سموري ڪارروائي هتي جي اخبارن ۾ هميشہ سٺي نموني سان ظاهر ٿي ۽ اسان جي جماعت جي پيغامن کي بہ وزندار نموني ۾ ظاهر ڪيو ويندو هو. انهيءَ جو مکيہ سبب اهو آهي تہ ڪيرالا جي جدا جدا اخبارن ۾ ڪم ڪندڙن مان اڪثر ليکڪ دل سان ترقي پسند ادب جا حامي آهن. ڪيرالا جا اخبار نويس اتر هندستان جي اخبار نويسن وانگر پاڻ کي مزدور طبقي کان مٿئين درجي وارا نہ سمجهندا آهن، پر هو پاڻ کي مزدور ئي سمجهندا آهن. مزدورن جيئان هنن پنهنجي هڪ جماعت ٺاهي آهي، جا هو ٽريڊ يونين جي طريقي تي هلائيندا آهن. پريس جي شاهوڪار مالڪن سان هو پهنجي حقن ۽ پنهنجي ضرورتن لاءِ لڙندا آهن. انهيءَ ڪري ئي هو اسان جي مصيبتن کي سمجهي سگهن ٿا ۽ اسان جي هلچل لاءِ هنن جي دلين ۾ همدردي آهي.

ٽراونڊرم جي ڏکڻ ۾ آخرين حد تي راسڪماري آهي، جنهن کي عام طرح ماڻهو ڪنيا-ڪُماري ڪوٺيندا آهن. اتي وڃڻ لاءِ اسان کي ٿامس عرف راجن جي موٽر ملي ويئي. ٿامس جا ساٿي پيار وچان هن کي راجن سڏيندا آهن. راجن هڪ ننڍڙي پريس جو مالڪ آهي. ڪجهہ وقت اڳي هو هڪ هفتيوار اخبار ڪڍندو هو. اها اخبار چوراسي سال جهوني هئي، انهيءَ اخبار ڏکڻ هندستان جي راڄنيتيءَ جا سڀ پهلو ڏٺا هئا. سرڪار پرستيءَ مان اعتدال پرستي، اعتدال پرستيءَ مان قوم پرستي ۽ قوم پرستيءَ مان اشتراڪيت. جڏهن اخبار اشتراڪيت ڏانهن جهڪاءُ ڏيکاريو تہ سرڪار اها اخبار بند ڪري ڇڏي. راجن کي پنهنجي اخبار بند ٿيڻ جو تمام گهڻو ڏک هيو. راجن موٽر جو رخ ڦيريندي ٽراونڊرم جي

ميوزيم جي سامهون گذرندي چيو ”منهنجي اخبار چوراسي ورهيہ پراڻي هئي، منهنجي وڏڙن- ابن ڏاڏن ان کي پنهنجي خون سان پاليو ۽ تاتيو هو.“
مون چيو مانس ”غم نہ ڪر، اها وري نڪرندي. ساڳي نالي سان نہ تہ وري ٻئي نالي سان نڪرندي. عوام جي اخبار ڪڏهن بہ مرندي نہ آهي، ان جا اوتراڻي نالا ٿيندا آهن، جيترا عام ماڻهن جا نالا ٿيندا آهن. اها نت نئون نالو وٺي نڪرندي آهي ۽ بازارين، گهٽين ۽ گسن گاهن ۾ پنهنجي صدا بلند ڪندي رهندي آهي. جڏهن عوام جا دشمن پنهنجي طاقت سان هن لاءِ قانون جا سڀ دروازا بند ڪري ڇڏيندا آهن تہ عوام جي اها اخبار زير زمين هلي ويندي آهي ۽ اتان وري سائي سلي جي گوشنچ ۾ مڪڙيءَ جيان ڦٽي نڪرندي آهي ۽ ٻئي ڏينهن ان جو آواز عوام جي دلين ۾ گونجندو آهي ۽ ماڻهو ڪَن سَن ۾ ان جو ذڪر ڪندا رهندا آهن ۽ شاگرد، مزدور، هاري ۽ وطن جا پلأئي چاهيندڙ پروانا ان کي هٿون هٿ ورهائيندا آهن. جيئن جوت مان جوت ٻرندي آهي، مشعل مان مشعل روشن ٿيندي آهي، مرڪ مان مرڪ چمڪندي آهي، تيئن عوام جي اخبار عوام جي دلين ۾ انقلاب جو چراغ روشن ڪندي هر طرف ڦهلجي ويندي آهي ۽ ٻئي پاسي پهريدارن جي گهيري ۾ بند ڪمرن ۾ ويٺل ظالم ڇرڪي ويندا آهن.
اڙي.... ! هيءَ اخبار تہ وري زنده ٿي ويئي ! اسان تہ هن کي ختم ڪري ڇڏيو هو ايجا ڪالهہ تہ ان کي قتل ڪيو هوسين ! تيون ڏينهن هن جي پاءُ کي ختم ڪيو هوسين، تنهن کان اڳي هن جي ٻئي پاءُ کي ماري پورو ڪيو هوسين، ۽ انهيءَ کان اڳي... پر اج هيءَ وري زنده ٿي اٿي آهي ۽ ان جا چمڪندڙ لفظ هنن جي اکين سامهون سوپ جي خوشيءَ وچان ناچ ڪندي چوندا آهن... اسين مري نہ ٿا سگهون، ڇاڪاڻ تہ اسين عوام جو آواز آهيون. اسان کي ڪير خريدي نہ ٿو سگهي، ڪير وڪڻي نہ ٿو سگهي، اسان جي گلي ۾ ڪير بہ ڦاهو وجهي نہ ٿو سگهي، ڇاڪاڻ تہ اسين عوام جو آواز آهيون، عوام جو روح آهيون ۽ جان آهيون ! هڪ شخص مري سگهي ٿو بہ ماڻهو مري سگهن ٿا، بہ هزار... بہ لک ماڻهو قتل ٿي سگهن ٿا، پر سڄي جو سڄو عوام قتل ٿي نہ ٿو سگهي. انهي ڪري ئي اسين اج وري توهان جي سامهون پيا نچون. ڪالهہ توهان زبردستيءَ اسان کي قتل ڪري ڇڏيو پر

اسين مري ڪونہ وياسين. اسين تہ هڪ ٻج جيان ڌرتيءَ جي سيني ۾ لڪي وياسين، اتي اسان ڪي گرمي ملي ڪنهن پنهنجو خون ڏنو ۽ اسين وري نئين زندگي حاصل ڪري ڌرتيءَ مان ڦٽي ٻاهر نڪتاسين. توهان جي سِرن مٿان انقلاب جي تلوار ٻڌجي پيا نچون. اي ظالمو توهين اسان ڪان ڊڄو ٿا! توهان جو ڊپ واجب آهي.. ڇاڪاڻ تہ ظالم ختم ٿي ويندا، ظالم مٿجي ويندو ۽ ظلم جا لفظ بہ ميسارجي ويندا پر عوام هميشہ زنده رهندو عوام جا قول زنده رهندا ۽ انهن جو ادب ۽ فن بہ هميشہ زنده رهندا.

راجن جي موٽر ڪنيا ڪماريءَ پاسي ڏانهن پئي هلي ۽ راجن پئي چيو "اخبار بند ٿيڻ جو مون کي سخت افسوس آهي، مون کي ايئن پيو محسوس ٿئي ڄڻ منهنجي موپي ٻاءَ کي مون کان زوريءَ وڇوڙيو ويو آهي. هينئر فقط مان آهيان، منهنجي زال آهي، منهنجو ننڍيو پٽ.. اخبار کان سواءِ گهر ئي ڄڻ سڃو پيو لڳي. "

اسٽوڊنٽ فيڊريشن جي صدر گوپيءَ چيو "اخبار بند ٿيڻ کان ٿورا ڏينهن پوءِ راجن جي گهر جي تلاشي ورتي ويئي هئي. "

" ڇو؟ " مون سوال ڪيو.

راجن آهستي مشڪندي چيو "سرڪار جو خيال هو تہ مون گهر ۾ ڪميونسٽن کي لڪائي ويهاريو آهي."

ڪلمڪ گوپيءَ چيو " فقط تلاشي ورتي وڃي ها تہ بہ نيڪ هو اها تہ رواجي ڳالهہ آهي، پر هنن تي گهر جي هر شيءِ هيٺ مٿي ڪري، پڇي ڊاهي پوري ڪئي. "

راجن چيو " پوليس پاٽيءَ جي دِلن ۽ اناج جي دٻن ۾ بہ جهاتيون پائي ڏسڻ لڳي، پر انهن ۾ تہ ڪٿي بہ ڪميونسٽ لڪل ڪونہ هيا. پوءِ هنن رڌڻي جا سڀ ٿانو پڇي پور ڪيا، ڪتاب ڦاڙي پنو پنو ڪيائون، ريڊيو پلنگ، ڪرسيون، ميزون، منهنجي پٽ جو پينگهو- هر شيءِ پڇي پوري ڪيائون. "

" ٻار جو پينگهو بہ؟ " مون حيرت وچان سوال ڪيو. " ها " راجن وراڻيو " هنن کي شڪ هو تہ متان ان ۾ بہ ڪو ڪميونسٽ وينو هجي " پوءِ ٿورو

ترسي راجن چيو " هن حالت ۾ هو غلط ڪو نہ هئا، پينگهي ۾ منهنجو پٽ هو. "

فلپس راجن جي ڪلهي تي هٿ رکي چيو " تنهنجي موٽر سلامت آهي سا بہ انهيءَ لاءِ. منهنجي موٽر بين جي ڪم ايندي رهندي آهي، راجن جواب ۾ چيو " ۽ اڪثر اهڙن ماڻهن جي ڪم ايندي آهي جن جي اڄ وڄ بابت ڄاڻ هئڻ جي پوليس کي خاص خواهش رهندي آهي، انهيءَ لاءِ منهنجي موٽر مون وٽ موجود آهي ۽ ان لاءِ جڏهن جيترو پيٽرول چاهبندو آهيان، اوترو ئي ملي سگهندو اٿم. "

گوپيءَ چيو " ها، پوليس جو ڪم هلڪو ٿي ويندو آهي نہ ! "

اسين ترا ونڊرم شهر کان ڇهہ ميل اڳتي نڪري آيا هئاسين، راجن اشارو ڪري چيو " شهر جي بس سروس هيستائين ايندي آهي، جيتوڻيڪ شهر هتان ڇهہ ميل پري آهي. "

مون پڇيو " اهو ڪيئن؟ "

" هتي هڪ ڪانگريسي ايم ايل اي رهندو آهي انهيءَ کي وٺڻ لاءِ بس سروس ميونسپل حدن کان ڇهہ ميل ٻاهر تائين هلندي آهي. "

ڪورين چيو " هوءَ سامهون عمارت ڏسين ٿو؟ "

" ها، ڇاجي عمارت آهي ؟ "

" اهو ڪوس گهر آهي، اتي مهاتما گانڌيءَ جون ڀڪريون ڪسنديون آهن، توکي خبر آهي تہ انهي ڪوس گهر جو ٺيڪو ڪنهن کنيو آهي ؟ هڪ ڪٽر ڪانگريسي۔ اهنسا جي جئہ ! .. "

مون چيومانس، " اهنسا جو فلسفو ڀڪرين ۽ انسانن لاءِ نہ آهي، اهو صرف ديوتائن ۽ چور بازاريءَ وارن لاءِ خاص الڳ رکيل آهي. "

گوپيءَ چيو " هيءُ جيڪا سامهون جاءِ ٿو ڏسين تنهنجونالو آهي ڇهہ ڪيلا. "

" ڇهہ ڪيلا! ڇو؟ "

فلپس ٻڌايو " ڪنهن زماني ۾ هتي ڪيلن جا ڇهہ وڻ هوندا. "

مون کين ٻڌايو "مون کي پنهنجي بمبئي جي گهر جي يادگيري ٿي اچي، ان جو بہ عجيب نالو آهي... چار بنگلا، شايد ڪنهن زماني ۾ اتي بہ

فقط چار بنگلا هوندا. "

" پر ڇا توهان جي چئن بنگلن ۾ اهڙو تلاءُ آهي جنهن ۾ ڏيڏر به رهي نه سگهندا ؟ " راجن سوال ڪيو.

" نه. "

" پوءِ پلا هن تلاءَ کي ڏسي وٺ. هن تلاءَ ۾ هڪڙو به ڏيڏر نه آهي. پوڄاري چون ٿا ته راجا اِندر ڏيڏرن کي پاراتو ڏنو هو. اندر جڏهن گوتم رشيءَ جي پرپٽ هُن جي زال اهليا بائي سان صحبت ڪرڻ لاءِ پئي ويو تڏهن انهن ڏيڏرن ڏاڍو شور مچايو هو. انهيءَ تي راجا اِندر ديوتا بنجي ڪاوڙجي هن تلاءَ جي سيني ڏيڏرن کي پٽ هٽي ختم ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ وقت کان وٺي هن تلاءَ ۾ هڪ به ڏيڏر ڪونه رهندو آهي، " مان حيرت وچان راجن جو منهن تڪڻ لڳس.

راجن مشڪي چيو " اها ته آهي ديو ڪهاڻي. هاڻي حقيقت اها آهي ته انهيءَ تلاءَ ۾ گندرف جي ملاوٽ آهي، انهيءَ ڪري اتي ڪو به ڏيڏر رهي نه ٿو سگهي، هي پاڻيءَ جو هيڊو رنگ، هيءَ بوءِ.. "

تلاءَ پٺيان رهجي ويو هو ۽ راجن چيو " انهيءَ گندرف سبب هن پٽ جي ماڻهن کي چمڙيءَ جي بيماري تمام گهٽ ٿيندي آهي ۽ هو اڪثر تندرست ۽ نوبنا ڏسبا آهن ۽ ٻين ڳوٺن جي ڀيٽ ۾ هتي جي رهاڪن جي عمر به وڏي ٿيندي آهي. "

هيئنئر اسان جي موٽر هڪ ننڍڙي ڳوٺ جي وچ مان پئي لنگهي. راجن مون کي ٻڌايو ته هتي ناريل جي ڪاٻاڙ اٽڻ جا به وڏا مرڪز آهن، پر اڄ ڪلهه اهو ڪم صفا بند آهي ۽ ڪاريگر بيڪار ويٺا آهن.

" ڇو؟ "

" اصل ڳالهه هي آهي ته ناريل جو ڪاٻاڙ چور-بازار ۾ هليو ٿو وڃي ۽ هتي جا مرڪز بند ٿي ويا آهن ۽ مزدور بيروزگار ويٺا آهن "

رستي ۾ هر هنڌ ديوليون ۽ مسجدون پئي ڏٺيون. جڏهن مون انهن جي گهڻائيءَ ڏانهن اشارو ڪيو ته راجن وراڻيو " ايئن نه آهي ته هتي جا ماڻهو وڏيڪ امير آهن. هن علائقي جا ماڻهو به ڪيرالا ۽ تامل ناڊو جي ٻين علائقن وانگر ئي غريب آهن، پر مصيبت اها آهي ته هتي جا عام ماڻهو

ويچارا اهڙا ته معصوم ۽ ابوجهه آهن جو اچا تائين پنهنجي ان مذهبي چڪرن ۾ قاتل آهن ۽ سمجهن ٿا ته هِن دنيا ۾ سندن غريب هجڻ ڪا ڀُل يا خطا ڪانهي، هُن دنيا ۾ هنن کي سڀ ڪجهه ملندو ۽ مذهب جا ٺيڪيدار هر نموني هنن جي انهيءَ بيوقوفيءَ جي پنيرائي ڪندا رهن ٿا. انهيءَ ڪري تون ڏسندين ته هتي جو عوام غريب آهي، پر ديولين جا پادري ۽ مسجدن ۽ درگاهن جا مُلان ۽ مولوي بيحد شاهوڪار آهن. "

مون پڇيو مانس، " پادرين ۽ مولوين وچ ۾ لڙائي به ٿيندي آهي ؟ "

" اهي لڙايون هن علائقي جي خصوصيت آهن. مسلمان آبادي ۾ ٿورا آهن، پر ڏاڍا ويڙهاڪ آهن. اڪثر مهاڻا آهن. اهي پاڻ ۾ وڙهندا رهندا آهن. لڙايون، مثا قاڙڻ ۽ خون خرابي هنن جي رواجي مذهبي فرض جي ياداشت ۾ داخل ٿي چڪا آهن ۽ اهي جهڳڙا عدالتن تائين پهچندا آهن. انهن جو سچو انتظام ۽ خرچ هڪ پاسي ديول ۽ ٻئي پاسي مسجد جي طرفان ٿيندو آهي ۽ اهي ساڳيا ماڻهو انهن نيڪ ڪمن لاءِ پيسا ڏيندا آهن، جن جو انعام هنن کي اهو ملندو آهي جو هر سال نيون ديوليون ۽ نيون مسجدون ٺهنديون آهن ۽ وري نوان جهڳڙا شروع ٿيندا آهن. "

گوپيءَ مون کي ٻڌايو ته ڪوٽا جو وڏو پادري ڏکڻ هندستان جي شاهوڪار ۾ شاهوڪار ماڻهن مان هڪ آهي. چانهه پيئڻ لاءِ راجن هڪ هنڌ پهچي موٽر روڪي. موٽر جي پهچندي ئي ڪيتريون زالون اچي ان کي گهيري ويون. هنن کي نهايت شوخ رنگن جون ساڙهيون پاتل هيون. جنهن ڪري هنن جي جسم جو ڪارو رنگ وڌيڪ ڪارو پئي لڳو. ڪنن ۾ عجيب و غريب قسم جا زيور پيل هئا، چڙ نانگ چپ هنيو ويٺو هجي. هنن جي هٿن ۾ ناريل جي ڪاٻاڙ مان ٺهيل پيتيون، ٻتون ۽ موڙا هئا. اسان چانهه بدران ناريل جو ٿڌو پاڻي پيتو. سامهون دڪان تي هڪ ڪئلينڊر لڳل هو جنهن تي پوپ ۽ نهروءَ جي گڏيل تصوير لڳل هئي.

" وڏو پادري ۽ نهرو گڏ ؟ " مان حيرت ۾ پڇي ويس. فلپس مشڪي چيو "عجب ڇو ٿو ڪائين؟ " ٻئي ڪميونسٽن جي خلاف آهن ۽ ان مخالفت هنن کي آڻي هن تصوير ۾ ملايو آهي. "

فلپس چيو " جنهن ماڻهوءَ هي ڪئلينڊر ڇپايو آهي تنهن جي

راڄنيتي عقل کي مان داد ٿو ڏيان. هي ڪئلينڊر توکي هتي هر جاءِ تي ڏسڻ ۾ ايندو.. هڪ ٻي به ڳالهه آهي، اڄ جي غيرجانبداري جي زماني ۾ به هتي وڏي پادري جو اهو فرمان اڃي پهتو آهي ته "عيسائي اشتراڪين سان لاڳاپا نه رکن" ۽ انهن تي عمل پڻ ٿي رهيو آهي... اهو فرمان جنهن ۾ عيسائين کي اشتراڪين سان مجلسي ناتا ٽوڙڻ لاءِ چيو ويو آهي، نه مڃڻ جي حالت ۾ هنن کي پنهنجي فرقي مان ٻاهر ڪرڻ لاءِ چيو ويو آهي. بس هاڻي باقي ٽورن ڏينهن جي ڳالهه آهي، پوءِ شايد چرچ اسان جي اولاد کي عبادت جي موڪل به ڪانه ڏيندي. اسان جون شاديون به منظور ڪانه ڪندي، اسان کي قبرستان ۾ جڳهه به ڪانه ڏيندي. اسين اڳتي هلي ڇا ٿا ڪريون، سو ته دنيا پنهنجي اکين سان ڏسندي، پر چرچ جا ڪي ڪم ڪندڙ اڄ اسان سان ڪهڙي هلت هلي رهيا آهن، اهو ڪنهن کان به ڳجهو نه آهي. "

راڄن مون کي چيو، " هيءَ پيتي وٺي وڃ، هتي جي خاص سوکڙي آهي.
"

مون ڪنڌ لوڏي نهڪر ڪئي.

" چڱو هي ٻٽون "

"نه "

" هي پنکو! "

"نه "

" هي ناريل جي لڪڙيءَ مان ٺهيل ڪتاب دان، "

"نه "

" ته ڇا کڻي ويندين ؟ "

" مون کي اهو ڪئلينڊر ڏيو جنهن تي وڏي پادريءَ ۽ نهروءَ جي تصوير گڏ لڳل آهي. "

مون چيومانس، " توکي خبر آهي ته هن وقت منهنجي دل ۾ ڇا آهي ؟ مون کي هڪ اهڙي آرسيءَ جي گهرج آهي، جنهن ۾ هر ڪا چيز اُبتي نظر اچي، اهڙي اُبتي جو جڏهن مان مستقبل ڏسڻ چاهيان ته مون کي ان ۾ ماضي ڏسڻ ۾ اچي، جي اهڙي هڪ آرسي مون وٽ هجي ته مان پنهنجي

قومي هلچل جي ڪل شهيدن ۽ ديس ڀڳتين کي هڪ هنڌ ڪٺو ڪري، انهن وطن پرستن کي جن پارليامينٽ ۾ آزاديءَ جي لڙائي هلائي، جن ڪيتن ۾ جنگ ڪئي، جن جليانوالا باغ ۾ گوليون کاڌيون ۽ جن سن ٻائيتاليهن ۾ سوريءَ تي سر ڏنو.

مان جيڪر دادا ڀائي نوروز کان وٺي ڀڳت سنگهه تائين سيني کي هڪ قطار ۾ ڪڙو ڪري، هڪ هڪ کي هيءُ ڪئلينڊر ڏيکاري سوال ڪريان.

" ڇا توهان آزاديءَ جي لڙائي هن ڪئلينڊر لاءِ لڙي هئي. "

پوپ ۽ نهرو! پوپ ۽ نهرو!

هن ارمان ڀرئي آواز ۾ چيو " هن ڪئلينڊر کي ڏسي سچ پچ دل ۾ ايئن ٿو محسوس ٿئي ته سن ٻائيتاليهن ۾ هندستان ۾ جيڪي ٿيو اهو انقلاب نه هو پر انقلاب جو حمل ڪيرايو ويو هو. راجن گاڏيءَ کي هلائيندي چيو" جيڪڏهن ماضي ڏسڻ ٿو چاهين ته آرسيءَ جي ڪهڙي ضرورت آهي، هتي ڀرسان ئي شاهي خاندان جا محلات آهن، اڄ ته توکي اهي ڏيکاريان، انهن جي ڀرسان ئي اسان جي ڊچ ڪمانڊر ڪئپٽن ڊلناءِ جي قبر آهي، جنهن اسان جي رياستن جي حدن کي وسيع ڪيو هو."

" ڊچ ڪمانڊر.. ؟ "

" ها، هو هڪ بحري جهاز جو ڪپتان هو ۽ اسان جي رياست تي حملو ڪري آيو هو پر اسان جي ڪمانڊر هن کي شڪست ڏني، ان وقت جي مهاراجا دوربينيشي ڪري هن کي پنهنجي فوج ۾ ڀرتي ڪري فوجي ڪمانڊر بنايو انهيءَ ڪمانڊر گهٽيون ئي ننڍيون وڏيون جاگيرون ۽ رياستون فتح ڪيون ۽ اسان جي رياست سان لڳائي ڇڏيائين. "

هڪ ننڍڙيءَ پهاڙيءَ جي دامن ۾ بنا ڇت جي کُليل ديول ۾ ڪمانڊر ڊلناءِ جي قبر هئي. نهايت سڌي سنواتي قبر. مون کي کليل ديوليون ڏاڍيون وڻنديون آهن. ايئن سمجهندو آهيان ته انهن جي ڇت آسمان آهي، سڌي سادي هوندي به ان قبر ۾ هڪ قسم جو خاص شان ۽ دبدبو هو. ديول جي اندر توڙي ٻاهر سائو گاهه ايريل هو ۽ گدامڙيءَ جا وڏا شاهي وڻ ڏاڍي سڪون سان ڪچي رستي تي پاڇولا پکيڙي بيٺا هئا. قبر ڏسي اسين

واپس موٽياسين ۽ ان ڪچي رستي تان آهستي آهستي هلڻ لڳاسين ۽ ان زماني جون ڳالهيون سوچڻ لڳاسين. جڏهن ڊچ ۽ فرانسيسي، پُرتگالي ۽ انگريزي جهاز هندستان جي ڪنارن تي قبضو ڄمائي رهيا هئا، جڏهن هنري انقلاب بعد يورپ جي سامراج مغلن جي هندستان تي آهستي آهستي قبضو ڄمائڻ شروع ڪيو هو ته هندستان يورپ جي هُنري انقلاب جو ڪو به فائدو نه ورتو ۽ خود مٽي ۾ ملي ويو ۽ اڄ جو هندستان وري اشتراڪي انقلاب جو ڪو فائدو نه ٿو وٺي... ۽ هي هندستان به متجي ويندو ڇاڪاڻ ته ڏاڍو هيٺين تي ۽ بهتر شيءِ هميشه ڪمتر شيءِ تي غالب پوندي آهي.

نانگ- ڦڻ جي اوچن جهڳٽن وچ مان لنگهندي راجن اوچتو بيهي رهيو ۽ هڪ وڻ ڏانهن اشارو ڪري چيائين، "خبر اٿيئي ته هي ڪهڙو وڻ آهي؟"

"ڪهڙو وڻ آهي؟"

"هي چندن جو وڻ آهي."

مون کان بي ساخته وڏي رڙ نڪري ويئي، "هان.. هي ٻسو اگهاڙو ڪُتل، ڪاري ٽڙ وارو چندن جو وڻ آهي! ننڍڙا ڪومايل پن ۽ پيلي رنگ جا ڪومايل گل... ! اڙي هي صندل جو وڻ آهي ۽ هي ڪارو بدصورت ٽڙ صندل جو آهي...! صندلي ٻانهون! ... صندلي ٻانهون ! هن وڻ اردو زبان جي شاعرن کي ڪيڏو نه دوکو ڏنو آهي. اُهي شاعر جيڪڏهن هڪ دفعو اکين سان اهو وڻ ڏسن ته وري جيڪر ڪڏهن به صندلي ٻانهن جو ذڪر نه ڪن. ڇا صندلي ٻانهون اهڙيون کُهريون ۽ بدشڪليون ٿينديون هيون ! اسان جي شاعري حقيقت کان ڪيتري نه پري رهي آهي. اهو احساس مون کي ان صندل جي وڻ ڏسڻ مهل ٿيو. ڪهڙو نه بدصورت ۽ گندو وڻ هو! ڏسي جيءُ ٿي جليو. مون راجن کي چيو "ذڪڻ هندستان ۾ اچي منهنجو ٻن نالن جو جادو ڏاڍو خراب نموني ٽُٽو آهي. هڪڙو نهروءَ جو جادو ۽ ٻيو صندل جو جادو. جيتوڻيڪ ٻئي نالا ڏاڍا وڻندڙ ۽ خوشبودار ڏسڻ ۾ ٿا اچن."

راجن کلي چيو "خير، چندن جو وڻ ته تمام ڪمائتو وڻ آهي."

"پر اهو چندن آهي ڪٿي؟"

”هن وڻ جي ٽڙ جي مٿين کل لاهي جدا ڪندا آهن. انهيءَ ۾ چندن ڪونه ٿيندو آهي. پوءِ ٽڙ جو مٿيون حصو به ڇلي جدا ڪندا آهن. انهيءَ بعد جيڪا اندران ڪاٺي نڪرندي آهي، جنهن کي پٽ چوندا آهن، انهيءَ مان چندن جو تيل نڪرندو آهي. “

چارودت چيو ” هاڻي اڳتي هلو شاهي محل به ڏسڻو آهي، ذرا جلدي هلو رستي ۾ پيون به ڪئين مزيدار جڳهون آهن، “

ان شاهي محلات جون ڪجهه عمارتون چار سئو سال ۽ ڪجهه عمارتون ڇهه سئو سال جهونيون آهن، هي شاهي محل ملباري معماري (Architecture) جو هڪ سٺو مثال هو ڇهه- ڪُنڊيون ڇتيون، ناريل جي پنن مثل پکڙيل، جهنڊي جهولائڻ جو ڪوڊي مرم عمودي ٿنيا، ساڳ جا شاهي پنک، قفل چيني گهاٽ جا، ڪهڙي چيز هندستاني آهي، ڪهڙي ڏاري آهي، ڪهڙي نج آهي، ڪهڙي ملاوٽ آهي، ڪجهه پتو ڪو نه ٿي پيو ايئن پانيم ته نه فقط اڄ، پر اڄ کان اڳ به دنيا ڪڏهن الڳ ڪا نه هئي، جدا ڪا نه هئي، دنيا هميشه هڪ ئي رهي آهي، ڪٿي ترقي اڳي ٿي ٿئي، ڪٿي پنجاهه سال پوءِ ۽ ڪٿي وڏيڪ خون خرابيءَ بعد ٿئي ٿي. پر هي سڄي دنيا جون تهذيبون، علم ۽ هنر جا خزانا، نوان ۽ جهونا فلسفا، هڪ ٻئي سان رِلندا مِلندا اڳتي وڌندا ٿا رهن ۽ انسان کي هڪ بهتر سماج ڏانهن وٺي هلندا ٿا رهن. ڇهه سئو سالن جي پراڻي محل مان به اهو ثابت ٿئي ٿيو ڇڻ اهو محل ڪو نه هو پر ماضيءَ جي هڪ نهر هئي، جنهن ۾ جدا جدا لهرون، زندگيءَ جون جدا جدا ڌارون هڪ ٻئي سان ٽڪربيون اڳتي وڌنديون ٿي رهيون.

اهي محل ڇٺو منزلا آهن. هڪ فرانسيسي پروفيسر ليوي جو خيال آهي ته اهي ملباري معماريءَ جا اعليٰ ۽ بهترين مثال آهن ۽ سيام انڊو-چائنا ۽ چين جي منگوليائي معماري ان جو هڪ نقل آهي. انهن محلن ۾ ڪم آندل ساڳ جو ڪاٺ اڄ ڇهه سئو سالن بعد به بلڪل سالم ۽ مضبوط بيٺو آهي. سپ کان مٿين ماڙ تي شاهي خاندان جو ديوتا بيٺل

آهي. ان ديوتا جي ڪمري ۾ اڄ ڏينهن تائين گيهہ جو ڏيئو ٻرندو آهي.
خبر ناهي تہ گيهہ اصلي آهي يا ملاوٽي. پر چراغ پراڻي پتل جو آهي.
جنهن تي هڪ گهوڙيسوار جو تمام سهڻو بت اڪريل آهي. ان جهڙو بت
مون ٻئي ڪنهن هنڌ ڪو نہ ڏٺو آهي. ديوتا واري ڪمري ۾ چوڏاري ديوين
۽ ديوتائن جون تصويرون چٽيل آهن. جن ۾ البت چيني اثر پيو بڪي. ديوتا
جو پلنگ ساڳ جي ڪاٺيءَ جو آهي، جيڪو هڪ ڍڄ واڍي ناهيو هو.
انهيءَ تي جانورن جون سهڻي ۽ اعليٰ درجي جي ڪاريگريءَ جون
تصويرون آهن، جن جي وچ ۾ هڪ صليب جو نشان بہ آهي، چون ٿا تہ
جڏهن ٽراونڪور ۽ ڪوچين جون رياستون ملائي هڪ ٿي ڪيون ويئون
تہ مهاراجا چيو تہ پنهنجي اِن اشٽ ديو ڪان اجازت وٺي اچان، پر سردار
پٽيل اها ڳالهہ نہ مڃي ۽ رياستون هڪ ٻئي سان ملي ويئون. شايد هينئر
ان محل ۾ ديوتا ڪو نہ رهندو آهي، صرف ڪاٺ جي ٿنڀن تي اڪريل
سائي رنگ جا طوطا پنهنجون چهنبون کولي خاموش زبان سان پڪاري
رهيا آهن.. رام رام ست هئہ.

راڻين جي ڪمري ۾ آرسيون لڳل آهن ۽ جهولن ۽ ديوارن تي زيون
سان سٽيل زالن جو تصويرون آهن، يا ڪرشن جي ٻالڪپڻي جا نظارا
آهن. تصويرن ۾ زالون هميشہ ڊاول ۽ متاريون ڏيکاريل آهن ۽ ايئن پيو
سمجهجي تہ هنن کي ڪاڻ کان سواءِ ٻيو ڪو ڪم ئي ڪو نہ هوندو هو.
شاهي خزاني جون زنجيرون ۽ قلف چيني آهن، جڻ تہ شاهي خاندان کي
هندستاني قلفن تي اعتبار ڪو نہ هو. لنگر خاني ۾ هڪ هزار کان وڌيڪ
ماڻهن جي ويهڻ جو بندوبست آهي، پر اڄ ڪلهہ تہ راشن سسٽم آهي ۽
اهي پراڻا محل آهن. دربار جون ديوارون ڪافي اوچيون آهن ۽ دريون
مضبوط ڄارين سان ڍڪيل آهن، جيئن درشن ڪرڻ جي بهاني ڪوبہ
مهاراجا تي تير وغيره هلائي نہ سگهي. هڪڙي ڪمري ۾ هڪ لوهي پڃرو
رکيل آهي، جنهن ۾ ماڻهوءَ کي جيئري بند ڪيو ويندو هو جتي هو اڃ ۽
بک وگهي مري ختم ٿيندو هو. هتي ماڻهوءَ کي جيئري ساڙڻ ۽ اهڙين ٻين
سزائن جا عبرت ڀريا سامان موجود آهن. مٿيءَ جا وڏا شاهي چٽيل مٽ آهن
جن ۾ اڄ کان گهڻو عرصو اڳي، جڏهن هندستان ۾ اجان مردن کي ساڙڻ جو

رواج ڪونہ پيو هو تڏهن انهن مٿيءَ جي مٿن ۾ لاش بند ڪري زمين ۾ پوريا ويندا هئا. اهي مٽ اڄ بہ انهيءَ شاهي محل ۾ موجود آهن.

پر انهيءَ محل ۾ هين سيني کان وڌيڪ جيڪا دلچسپ شيءِ آهي- سا آهي هڪ فولادي تلوار.. لچڪيدار تيز ڌار واري ۽ سڌي. جنهن سان هڪ وطن دوست هاريءَ مهاراجا ۽ انگريزن جي فوجن سان مقابلو ڪيو هو. ان زماني ۾ جڏهن اجا قومي هلچل جو نالو بہ ڪو نہ ٻڌو هو ننڍن ننڍن جاگيردارن، رياست جي عملدارن، مهاراجا ۽ هن جي انگريزي راڄ جي ظلمن مان هاري اهڙا تہ بيزار ٿي پيا هئا جو انهن بغاوت شروع ڪئي. هيءَ ان زماني جي ڳالھہ آهي، جڏهن لڙائي تلوارن سان بہ ٿينندي هئي، انهيءَ زماني ۾ ان هاريءَ رياست ۽ انگريزن جي ٻني طاقت جو مقابلو ڪيو هو ۽ هن جي دشمنن جو چوڻ آهي تہ هو تمام بهادر ۽ زنده دل اڳواڻ هو ۽ ڪافي ڏينهن هوشياريءَ سان ۽ ڪاميابيءَ سان پنهنجي هلچل جي رهبري ڪندو رهيو. انهيءَ ڍنگ جون هلچلون دنيا جي هين ڀاڱن خود برطانيا ۽ يورپ ۾ بہ پيدا ٿيون ۽ نهايت سختيءَ سان دٻايون ويون. ساڳي طرح هِن هاريءَ جي هلچل بہ دٻائي ختم ڪئي ويئي. چاڪاڻ تہ اجا انهيءَ کي نپائڻ جو وقت ڪو نہ آيو هو ۽ اهو طبقو پيدا ڪو نہ ٿيو هو جو ان هلچل کي سنيالي ۽ ڪاميابيءَ جي منزل تي پهچائي. پر تنهن هوندي بہ ڏکڻ هندستان جي پهاڙين ۾ حق ۽ انصاف لاءِ اها لڙائي لڙي ويئي هئي ۽ جڏهين آخر ۾ اهو وطن دوست هاري گرفتار ٿيو تہ هن کي ڦاسيءَ جي سزا ڏني ويئي. جيتوڻيڪ هن کي ايئن چيو ويو هو تہ جي فوج آڏو پيش پوندين تہ توکي ڪجھہ نہ ڪيو ويندو پر هن جي پيش پوڻ تي هن کي ڦاسي جي سزا ٻڌائي ويئي. هن سزا ٻڌڻ کانپوءِ سوچيو تہ هن جا دشمن هن کي عوام اڳيان ذليل ڪري ڦاسيءَ جي تختي تي لٽڪائين، تنهن کان اڳ ان وطن دوست سورمي پنهنجي تلوار پنهنجي سيني ۾ کوڙي ڇڏي ايئن ڪري هوُ پنهنجي مڪار دشمنن کي جڪَ مارڻ لاءِ ڇڏي ويو.

اڄ هن جي تلوار ۽ هن جو فولادي پنجو شاهي محل جي ديوار جو سينگار آهن ۽ توهان کي دنيا جي انهن سمورن زنده دل شهيدن جي يادگيري ٿو ڏياري، جن هر ملڪ ۽ هر قوم ۾ اشتراڪيت جي منزل کي

اوري آڻڻ لاءِ پنهنجو خون ڏنو آهي. جانيون ڏنيون آهن، ڪي ماڻهو اشتراڪيت کي هڪ "ڏاريو" ۽ "اڻواقف" فلسفو پيا سڏين ۽ سمجهن، توڙي جو حقيقت ۾ هيءَ هڪ عالمگير هلچل آهي، جنهن کي نپائڻ، تاتڻ ۽زور وٺائڻ ۾ دنيا جي هر ملڪ جي باشندن پنهنجو حصو وزتو آهي، هي سمنڊ ڦڙو ڦڙو ٿي نهيو آهي، ۽ اڄ اسان جتي بيٺا آهيون، اهو موڙ جيڪو اڄ اسان جي زندگيءَ جي راهه ۾ آيو آهي، ان جي شروعات اڄ کان سوين سال اڳ ٿي هئي، اهو گهڻن ملڪن مان سفر ڪري آيو آهي، هيءَ خوشبوءِسڳنڌ جيڪا اسان جي چوڌاري ڦهلجي رهي آهي، ان جي مهڪ ۾ ڪيترين صدين جي انساني محنت جو عطر شامل آهي. ان ۾ روسي عمل، جرمن فيلسوفي، انگريزي امنگ ۽ چينائين جي دانشمندي شامل آهي.

۽ انهيءَ ۾ هيءَ پراڻي هندستاني تلوار به شامل آهي جا هن شاهي محل جي پٽ تي ٽنگيل آهي.

شاهي محل مان نڪري ساين ڳوٺ جي ننڍي بازار ڏانهن هلڻ لڳاسين، راجن چيو " اسان جي ڪيرالا جي مزدور هلچل جو پهريون شهيد ڪيشو هن ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. بيڪاري، بک، جنگ.. شهادت_ پر آخر ۾ سوڀ آهي، فتح آهي، جنگ اڻ ٽر آهي. جنگ ۾ شهادت به لازمي آهي. ڪيشو جي ڪيرالا جي سوڀ ضرور ٿيندي، شايد ڪئين سال لڳي ويندا، پر فتح ضرور ٿيندي. "

راجن وري چيو " بدقسمتيءَ سان تنهنجو ڪيرالا هتي ختم ٿو ٿئي. "

جتي اسين ان وقت پهتا هئاسين اتان تامل ناد علائقي جي حد شروع ٿئي ٿي ۽ ڪيرالا جي حد اتي پوري ٿي ٿئي. ڏسندي ڏسندي نئين علائقي جي رهاڪن جو لباس به بدلجڻ لڳو. خاص ڪري زنانو لباس ۽ بولي مليالي‌ءَ جي بدران تامل هئي. اسان جي موٽر هينئر لاهواري پٽي وٺي، اوير توڙي اولهه جا گهاٽ هڪ ٻئي جي اوڏو اچڻ جي ڪري رهيا هيا. هتي جي آبهوا به پوري پني ۽ مواقف آهي. هتي ناريلي وڻن جي بدران پالمبرا جا وڻ ٿي نظر آيا. وک وک تي توتن ۽ زيتونن جي وڻن جا جهڳٽا آهن. ليمن ۽ سائٽرس ميون جا جهڳٽا، هيٺ خوشنما آباد ماٿريءَ ۾ نگر ڪوئل جو شهر

پئي ڏٺو جتي پيلا گلاب وڪامندا آهن. جتي پٽل جا اڳئين زماني جا ٽانو وڪامندا آهن ۽ ويشنو ڌرم جون سهڻيون عورتون ريشمي ڪپڙا اُٽنديون آهن ۽ انهن تي هزار ٻن سالن جا جهونا پانڊي تهذيب جا چٽ ڪڍنديون آهن. ناگ مالا، مهاڻين جا نزاڪت ڀريا رش ۽ پاڻيءَ جا سهڻا جهولندڙ ڪمل آهن. نگر ڪوئل جي ڊاڪ بنگلي ۾ گهڙندي راجن چيو "هتي چانهه پي اسين سچيندرم جا مندر ڏسڻ هلنداسين "

" انهن مندرن ۾ ڪهڙي خاص ڳالهه آهي ؟ "

راجن چيو، " اتي ننگين زالن جا بت آهن ۽ اهڙا بت آهن جن ۾ مرد ۽ زال جي جنسي صحبت جا نظارا ۽ ٻين به ڪيترن نمونن جا نظارا .. "

مون چيومانس، " اهو پٿرن جو ڪوڪ شاستر مان اڳي ايلورا جي غارن ۾ به ڏسي چڪو آهان، آءٌ وري انهيءَ گند کي ڏسڻ نه ٿو چاهيان "

" واهه انهيءَ ۾ ڪهڙو گند آهي ؟ " ڪورين پنهنجي عينڪ سنڀاليندي چيو " اهي اسان جي پراڻي تهذيب جون نشانيون آهن، "

مون چيومانس، " هر پراڻي شئي سٺي ڪا نه ٿيندي آهي، پاڪ ڪانه ٿيندي آهي، مشهور ڪانه ٿيندي آهي. اسان جي پراڻي تهذيب جا نشان ته سارناٿ ۾ به آهن، رانچيءَ ۾ به آهن، اجنتا ۾ به آهن ۽ ايلورا جي ڪن غارن ۾ به آهن، پر جنهن فن جو مظاهرو ايلورا جي شهوت جي مندر ۾ يا توهان جي سچيندرم جي ديوارين تي ٿيل آهي، انهيءَ کان جيڪڏهن اسين پري رهون ته بهتر آهي. "

اگهاڙپ ۽ ننگائيءَ تي بحث ڪندي اسين چانهه پيئڻ ويناسين ته ايتري ۾ ٻي موٽر وارا ساٿي به اچي پهتا. انهن ۾ چارودت شاعر هو رمڻن شاگرد هو هو تنقيد نگار آهي، ڪوئيلون مان رام ڪشن آيو هو سڀئيا جنهن جي سخت چهري تي ڪشمڪش ۽ لڙائيءَ جا نشان موجود هئا، هميشه خاموش رهندو هو جنهن جي منهن تي ڪڏهن مرڪ ڪا نه ڏسبي هئي، پر قسمت سان جي ڪڏهن مشڪندو هو ته ايئن سمجهه ۾ ايندو هو ڄڻ ڪنهن ڪاري چپ جي سيني کي ڏاري صاف ۽ شفاف نهر اڀري پيئي آهي ۽ سچي نظاري کي، تر کي لوڙهيندي اڳتي وڌندي ٿي وڃي، هن جي مسڪراهٽ پاڻي جهڙي نرم ۽ ڪرڻي جيان روشن آهي، مون گوپيءَ کان

سوال ڪيو "هن اها مرڪ ڪٿان آندي آهي؟" گوپيءَ چيو "تون هن سڀئيا کي ڪونہ سڃاڻين نہ! اڙي ياڻو هي ڏاڍو اڙٻنگ جوان آهي، ٻہ سال ٿيا. سچيندرم جي مندر ۾ ساليانو ميلو هو، اِندر ديوتا جي درشن لاءِ ڏري گهڻ لک زيارتي تہ آيا هوندا. سچيندرم مندر ۾ اِندر ديوتا ڪفارو ادا ڪيو هو."

"ڪفارو؟ اِندر ديوتا کي ڪفاري ادا ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت پئي؟"

گوپيءَ چيو "اهو ساڳيو اهليا ٻائيءَ وارو قصو آهي، جڏهن گوتم رشيءَ جي پرپٺ اندر گوتم جي شڪل ڪري هن جي زال اهليا ٻائيءَ سان صحبت ڪئي تہ گوتم ناراض ٿي هنن کي پاراتو ڏنو. ويچاري اهليا تہ اتيئي پاراتي وچان پٿر ٿي ويئي ۽ اِندر جي سڄي بدن تي مرداڻي عضوي جون ڪئين شڪليون اڀي ظاهر ٿيون. اندر اڇي ڏاڍو ششدر ٿيو ۽ ڪنهن کي ٻہ منهن ڏيکارڻ لائق نہ رهيو. انهيءَ ڪري هٿ اڇي توبہ ڪيائين ۽ پنهنجي عبادت جي طاقت سان گناهہ جي زهر کي پنهنجي جسم مان ڪڍي ڦٽو ڪيائين ۽ هو وري نوينو ٿي پيو. انهيءَ واقعي جي يادگيريءَ ۾ هتي هر سال ميلو لڳندو آهي ۽ هڪ شاهي گاڏيءَ تي اِندر ديوتا جي سواري نڪرندي آهي، اها گاڏي ڏيڍ سئو فوٽ اوچي آهي ۽ انهيءَ ۾ ڪاٺ جا ٿيهہ ڦيٿا لڳل آهن ۽ هزارين زيارتي ان کي پنهنجي هٿن سان ڇڪيندا آهن." .

مون سوال ڪيو "۽ هن ويچاريءَ اهليا جو ڇا ٿيو؟"

گوپيءَ وراڻيو زال کي مرد کان وڌيڪ سزا ملندي آهي. گهڻ ۾ گهڻ اسان جي تهذيب ۾ تہ اهوئي ٿيندو آيو آهي. انهي ڪري اندر جي نيڪ ٿي ٻہ ويو پر اهليا ٻائيءَ کي سوين سالن تائين پٿر جو بت بڻجي قدمن جون ٺوڪرون کائڻيون پيئون. نيٺ سري رامچندر هن ڌرتيءَ تي جنم ورتو ۽ جڏهن ڌنش ٽوڙي، سيتا سان شادي ڪرڻ لاءِ جنڪ پور ڏانهن پئي ويو تہ رستي ۾ پيل هڪ پٿر کي هن جي قدمن جي ٺوڪر لڳي ويئي. اهو اهليا جو بت هو. سري رامچندر جا پير ڇهندي ئي اهو پٿر جو بت وري زنده ٿي ويو ۽ اهليا رام... رام اچاريندي اوتار کي هٿ جوڙي سلام ڪندي، هن دنيا

ڏانهن پنهنجي مڙس گوتم ٻڌ رشيءَ وٽ وڃي پهتي.“
مون چيو ”انهيءَ ۾ اهليا جو ڪهڙو قصور هو؟ جاڪاڻ تہ اِندر ديوتا تہ ويس بدلي گوتم ٻڻجي وٽس آيو هو ۽ توهان کي تہ خبر آهي تہ جڏهن ديوتا ويس بدلائيندا آهن تہ ڪهڙي ڪماليت سان ويس بدلائيندا آهن، مون پنهنجي سر تہ ديوتائن کي ڪڏهن ڏٺو ڪونهي باقي ڪن رواجي ٻهروپين کي سو سڃاڻان، جن هوشياريءَ سان پنهنجو ويس بدلائي پارت ماتا کي اهو دوکو ڏنو آهي جو ويچاري اڄ تائين پٿر جو بت ٻڻجي خاڪ ۾ پيئي ليٽڙي! “
گوپيءَ چيو ” هاڻي سڀئيا جي ڳالهہ ٻڌ. ميلي ۾ جڏهن زيارتين جي رش وڌي ويئي ۽ اندر مهراج جي گاڏي ميدان ۾ آئي تڏهن هي حضرت انهيءَ ڏيڍ سئو فوٽ اوچي رٿ تي چڙهڻ لڳو ۽ مٿي چڙهندو ويو. هزارين ماڻهن رڙيون ڪيون، پر هن ڪنهن جي ڪانہ ٻڌي ۽ گاڏي جي ٻنهہ چوٽيءَ تي پهچي، اِندر ديوتا جو جهنڊو لاهي اتي لال جهنڊو ڪڍي بلند ڪيائين.
” لال جهنڊو؟ “ منهنجي ڪل ئي نہ بيهي.
” اها بہ هڪ ڪرامت هئي جو اِندر ديوتا جي رٿ تي مزدورن ۽ هارين جو جهنڊو ڦڙڪي، بس پوءِ تہ اتان ئي سڀئيا انقلاب زنده آباد... اشتراڪيت زنده باد... سرمائيداري مرده باد جا نعرا هڻڻ شروع ڪيا. اها بہ سال پراڻي ڳالهہ آهي، پوليس پهرين تہ واٺڙي ٿي ويئي پر ماڻهن جڏهن انهن نعرن سان آسمان گونجائي ڇڏيو تہ هنن اِندر ديوتا جي عزت خاطر گوليون هلائڻ شروع ڪيائين. ٻارهن ماڻهو مري ويا. سڀئيا کي هڪ بہ گولي نہ لڳي ۽ نہ وري لال جهنڊو رٿ تان لهي سگهيو. “
” پوءِ؟ “
راجن چيو ” بس انهيءَ ڏينهن کان ماڻهن جو يقين اِندر ديوتا مان گهٽجي ويو آهي، هو هينئر خيال ڪندا آهن تہ پراڻي جهنڊي کان لال جهنڊو وڌيڪ پختو ٿو ڏسجي “
گوپيءَ چيو ” هن سال ميلي جي آمدني اڳي جي ڀيٽ ۾ اڌ بہ ڪا نہ ٿي. انهيءَ ڪري پوڄاري پوڄا ڪرڻ بدران سڄو وقت ڪميونسٽن کي گارين ڏيڻ ۾ مشغول آهن. “

چارودت چيو ” ينگ تا پيئن ويچارا، مارڪس نيڪ چيو آهي. “

رمنن چانھ جو پيالو رکي چيو ” جلدي چانھ پي واندا ٿيو تہ مندر ڏانهن هلون. “

مون وري بہ معافي گهري تہ دوست ورائي ويم، ” ڇو صاحب انهيءَ ۾ ڪهڙي خرابي آهي! ڇا جنسي تصويرون چٽڻ گناھ آهي؟ ڇا عورت ۽ مرد جو ناتو ڪا خراب ڳالھ آهي؟ جيڪڏهن ان ۾ ڪا بہ خرابي نہ آهي تہ ڪو بہ فنڪار يا سنگتراش ان کي پنهنجي فن ۾ ڇو نہ پيش ڪري؟ “

مون وراڻيو ” جنس ۾ خود ڪجھ بہ خراب نہ آهي، جنس سان واسطيدار ڳالهين جو اظهار ادب ۾ بہ ٿئي ٿو ۽ هر فن ۾ بہ ٿيندو آهي، اسين بہ محبوب جي صورت توڙي سيرت ڏاڍي دلڪش انداز سان بيان ڪندا آهيون، پر ڇرين وانگيان محبوب جي عضون ۽ سيني جي گولاين تي پنهنجي قلم جي زور آزمائي ڪو نہ ٿا ڪريون، اهو فحشپڻو آهي، ان ڪانسواءِ بہ عورت ۽ مرد جي محبت ۽ ناتي جو اظهار بہ ڏاڍي سهڻي ۽ فني ڍنگ سان ٿي سگهي ٿو پر هي محبت جو اظهار نہ آهي، ان قسم جو فن انسان کي مٿي نہ ٿو چاڙهي پر هيٺ ٿو ڇڪي ۽ بي سود جذبات کي ڀڙڪائي ٿو انهيءَ مان آرام نصيب نہ ٿو ٿئي اٿلو نفسي ڇڪ وڌي ٿي. “

” تہ اهڙي خراب شيءِ اسان جي مندرن ۾ داخل ڪيئن ٿي؟ “

راجن چيو، ” جڏهن ڪو بہ سماج زواليت ڏانهن رخ رکندو آهي تہ زندگيءَ جي هر پهلو تي ان جو اثر پوندو آهي، گپتا خاندان جي اوج واري زماني جي ڪماليت جو فن بہ ڏسو ۽ وري انهن جي زوالَيت جي دور جي فن ڏانهن بہ نگاھ ورايو هڪ طرف طاقت، پاڪيزگي، بلند پروازي ۽ مضبوطيءَ جو احساس ٿو ٿئي ۽ ٻئي طرف ڪجسي، سستي ۽ ذليل فن جو مظاهرو آهي، انهيءَ قسم جو فن، بلنديءَ ڏانهن پرواز نہ ڪري، نفساني جذبات جو سهارو وٺي پاڻ کي عوام ۾ قبول ڪرائڻ چاهيندو آهي، “

مون چيو ” اهو ساڳيو فرق مغلن جي معماري ۾ بہ نظر ٿواچي، اڪبر جي فتحپور سڪري ۽ واحد علي شاھ جي لکنوي معماريءَ ۾ آهي، تاج محل ۽ ڇاهتر منزل جي وچ ۾ آهي، خيال ۽ ٺُمري وچ ۾ آهي. “

رمنن چوڻ لڳو ” پر اسين تہ ضرور..

گوپيءَ هن کي وچ ۾ ٽوڪي چيو " پلي هلو انهي ۾ ڪو به اعتراض نه آهي، آءُ به توهان سان هلان ٿو پر موٽنداسين ذرا جلدي، ڇاڪاڻ ته سج لٿي کان اڳي ڪنيا ڪماري پهچڻو آهي، دير ٿي ته مزو ڪو نه ايندو "

سج ڪنيا ڪماريءَ وٽ لهڻ تي هو ڪنيا ڪماري جتي ايرندا ۽ الهندا گهاٽ اچي هڪ ٻئي سان ٿا ملن، ڪنيا ڪماري جتي ٽئي سمونڊ هڪ ٻئي سان ياڪر پائين ٿا، عربي سمنڊ، هندي سمنڊ ۽ بنگالي سمنڊ. اهي ٽيئي سمنڊ هڪ عظيم شاندار اڌ گول ۾ ڦهليل آهن ۽ وچ ۾ زمين جي آخرين پڇڙي آهي ۽ ڪنيا ڪماري جي گلابي ريتيءَ تي ٽنهي سمنڊن جون لهرون هڪ ٻئي سان ملي ناچ پيئون ڪن.

پارتي زمين جي آخرين نوڪ وٽ پهچي، مون ڏکڻ کان اتر طرف نهاريو جتي ڪنهن زماني ۾ منهنجو وطن هو منهنجا عزيز هئا، منهنجو ڳوٺ هو، کيت هئا، خوشي هئي، ڏڏ ۽ لسي هئا، هير رانجهي جي محبت هئي ۽ آءُ جو ڪنهن شهر ڪنهن ديس جو نه آهيان، ڪنهن مذهب ڪنهن ڌرم جو نه آهيان، ڪنهن اتر يا ڏکڻ جو نه آهيان، ڪنهن اولهه يا اوڀر جو نه آهيان، جنهن جي دل ساري دنيا آهي، جنهن جو روح خانه بدوش ۽ لاڏائو آهي، اتي ڪنيا ڪماريءَ وٽ بيهي، هڪ ڪن لاءِ مون انهن کيتن کي ڏٺو جتي مون ننڍ پڻ گذاري هئي، جتي منهنجي جوانيءَ جا پهريان امنگ اپريا هئا، جتي زندگي پنهنجي خاتمي جي انتظار ۾ هئي.

شايد منهنجي دل ۾ اها وطن جي پراڻي مٽي ٻولڻ لڳي، هزارين ميل پري جي سونهري يادگيري دل ۾ مٺي مٺي ڪتڪتائي پيدا ڪري ڇڏي. مان توکي سنياريان ٿو منهنجي خوبصورت پنجاب جي پاڪ زمين مان توکي تمام گهڻو ياد ڪريان ٿو. دنيا ۾ تو واري هير ڪٿي ڪانهي. تو واري چناب ڪٿي ڪا نه ملندي. تو جهڙا ڪڻڪ جا سونهري سنگ ٻئي ڪنهن به هنڌ ڪين ليندا، مان توکي سنياريان پيو. مڪمل ماءُ جي صورت ۾ ۽ نه ڪي وڏيل ماءُ جي صورت ۾ ڇاڪاڻ ته اولاد جي ماءُ هڪ ئي ٿيندي آهي. دنيا جا ڪل مذهب، سياست، جهڳڙا، فساد توکي ورهائي ٽڪرا ڪري نه ٿا سگهن، امڙ هميشه هڪ رهندي ۽ مان توکي ان روپ ۾ ئي ياد ٿو ڪريان ۽ پنهنجي لڙڪن جو سلام ٿو موڪليان، جن جي پيٽ ۾

هنن ٽن سمنڊن جو پاڻي بہ گهٽ آهي.

منهنجا هي ساٿي بہ منهنجي غم کي سمجهي سگهن ٿا، ڇاڪاڻ تہ انهن کي بہ پنهنجي زمين سان محبت آهي، هنن کي پنهنجي گهر، پنهنجن ٻارن ٻچن سان پيار آهي، هنن کي بہ اهو ٿنيو پيارو آهي، جنهن جي تارن تان معشوق جي خبر اچي ٿي، اهو ويران ٽٽل مڪان پيارو آهي، جنهن جي اوٽ ۾ هنن جوانيءَ جي پهرين محبت ڪئي هئي، هنن منهنجي ساٿين کي بہ زمين، انسان، علم ۽ ترقيءَ سان محبت آهي، انهيءَ ڪارڻ ئي هو منهنجي ان غم کي سڃاڻي سگهن ٿا جيڪو اولاد کي پنهنجي پياري ماءُ جو گود مان زبردست وڇڙڻ تي ٿيندو آهي.

ڪنيا ڪماريءَ جي آخرين ٽڪريءَ تي بيهي مان سامهون هندي سمنڊ ڏانهن پيو نهاريان جو انساني ترقيءَ وانگر بيحد آهي، پوءِ اولهہ طرف عربي سمنڊ ڏانهن ٿو ڏسان جنهن اٺ سئو سال اڳي منهنجي ديس ۾ هڪ انقلاب پيدا ڪري ڇڏيو هو جتان اڄ کان هڪ هزار سال اڳي پهريان عيسائي مبلغ آيا. جتان ٻارهن- پنڌرهن سئو سال اڳي ڀارت جا غوراب روم ولايت ڏانهن ويندا هئا، جتان روم، وينس ۽ يونان جون تهذيبون هتي آيون هيون ۽ هتان جون تهذيبون اوڏانهن ويئون ۽ مذهبن، تهذيبن جي ڏيوٺ ۽ خونريزي ٿي هئي.

وري مان ايرندي ڏانهن ٿو نهاريان، بنگال جي اُپسمنڊ تان مشرقي هوائون پيون لڳن، برما، سيام، انڊو-چين ۽ چين جون فضائون، لڙائي جا گيت ڳائينديون نچنديون ٽپنديون پيئون اچن، اتي بہ انهن کان وطن، قوميت، مذهب ۽ تهذيب ڇني جدا ڪئي ويئي هئي، اتي بہ هارين جي زمين ۽ مزدورن جا ڪارخانا کانئن کسيا ويا هئا، اتي بہ پرديسي بندوقن ۽ توپن سان انهن جي گيتن کي دٻايو ويو هو اديبن جي گلن تي ڪاتي وهائي ويئي هئي ۽ انهن جي ڪتابن کي ساڙي خاڪ ڪيو ويو هو.

پر اڄ مشرق جي سمنڊ جون لهرون ڇا ٿيون ٻولين ؟

هڪ قدم اڳتي !

ٻہ قدم اڳتي !

ٽي قدم اڳتي !

ٽيئي سمنڊ ملي ويا. عرب، ايران ۽ هندستان گڏ ٿي ويا. ريتيءَ جي ڪٽن تي پاڻيءَ جون لهرون غالب پئجي ويون ۽ مرڪي چوڻ لڳيون، " پورهيتن جو ڪو ملڪ ڪونهي، ڪو رنگ ڪونهي، ڪو مذهب ڪونهي. هو سڀ انسان آهن ۽ سڄي دنيا جي هر ڪا شيءِ هنن جي آهي. "

اوچتو سج لهي ويو ۽ راج-هنس جيان اڏامندڙ سفيد بادلن جا پر لال ٿيندا ويا. شفق جي لالاڻ پري پري تائين سمنڊ جي وسيع سطح تي ڦهلجي ويئي ۽ لهرون آخرين ٽڪرين تي چڙهڻ لڳيون ۽ مٿي آسمان ۾ بادل هڪ نئين شڪل وارڻ لڳا. اتي اوچابرج، گنبذ، ٽنيا ۽ ڇتيون نهڻ لڳيون، سونهري بادل پکڙيا ويا، ڦهلبا ويا ۽ هڪڙي سونهري گبنذ مٿان پيو سونهري گنبذ، سرخ جهنڊيون، قرمي ڦندڻ جهولڻ لڳا. زمين آسمان هڪ رنگ ۾ اچي ويو هر طرف اهو ئي رنگ نظر ٿي آيو هوائن جوشور هو ۽ سمنڊ جون شرارتي بيتاب موجون هيون ! شاعر چارودت وجد ۾ اچي بادلن ڏانهن پئي نهاريو پاسي ۾ سبئيا بيٺو هوس، ڪنيا ڪماريءَ جي آخرين ڇپ، جيان مضبوط ۽ خاموش، پنهي جا منهن آسمان ڏانهن کڄيل هئا.

چارودت آهستي چيو " سبئيا، هو سامهون ڏس ايئن پيو لڳي، ڄڻ سامهون اِندر ديوتا پاڪ تي پنهنجو رٿ ڪاهيندو پيو وڃي، هڪ نئون سڇيندرم...

سبئيا مرڪي چيو " پر انهيءَ رٿ تي بہ اسان جو جهنڊو پيو لهرائي. "



**الوائيءَ** ڪان وٺي تراوندرم تائين ملڪ جيڪڏهن ڪيرالا جي ڪوهستاني سونهن آهي تہ تراوندرم ڪان ڪوئيلون واري ٽڪر ۾ وري ڪيرالا جو ساموندي حسن نمودار آهي. هتي افق تي پهاڙ نظر ايندا تہ هُتي افق تي سمنڊ جو ساحل پيو چمڪندو ۽ ان افق ۾ اسان جي گاڏيءَ جي دريءَ وچ ۾ سوين اهڙا نظارا هئا جن اجايل اکڙين تي ٿار وجهي ٿي ڇڏيو پر انهيءَ حسن ڪان بہ وڌيڪ چٽي هڪ صورت منهنجي ذهن ۾ اجا بہ موجود آهي، اتي ميلن ۾ ناريلي درختن جا سبز ساوا جهُڳٽا آهن، جن جي ڇانو ۾ خوشنما لهرون ۾ نالا نيلم جي داڻن وانگر پيا چمڪندا آهن. انهن نهرن ۾ نالن جي پاٽي۔ سطح تي يا تہ بادلن جا شفاف محل نظر ايندا آهن يا ڪڏهن ڪڏهن اميرزادن جون ننڍڙيون نزاڪت ڀريون ٻيڙيون ترندي ڏسبيون آهن، جن جي ذريعن جا رنگين پردا هير ۾ پيا جهومندا آهن، اهي اميرزادا خون جي دٻاءَ Blood Pressure وڌي وڃڻ ڪري پنهنجي صحت سڌارڻ لاءِ اتي ويندا آهن، اتي توهان ڪي مل يا ڪارخاني جو

پورهيت مزدور نظر نہ ايندو جنهن جي زندگي تي اڳي کان ئي بيٺو دٻاءُ ٿي ويو آهي، جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪارخاني جي چمنيءَ جي دونهين ۽ پنهنجي گندي انڌي چال کان سواءِ ٻيو ڪجي ڪين ڏٺو آهي. جنهن کي اها خبر ئي ڪانهي تہ هيءَ زمين ڪيتري نہ حسين آهي! جنهن کي فقط ايتري ئي ڄاڻ آهي تہ زندگي هميشہ اداس ۽ بيچڙي ٿيندي آهي ۽ مالڪ هميشہ دوکيباز ٿيندو آهي، اهو مزدور توهان کي اتي نظر نہ ايندو پر اهو زمانو ايندو جڏهين اهي نفيس ريشمي پردن واريون پيڙيون هنن لاءِ بہ موجود هونديون ۽ اهي خوشيءَ وچان نهر جي لهرن تي نچندي هنن جي آجيان ڪنديون.

تراوندرم کان ڪوئيلون تائين مون کي بيحد غريبي نظر آئي. زمين جو گهڻو حصو ورياسو آهي، جنهن ڪري اها آباديءَ يا پوک لائق نہ آهي، عوام جو گذارو ناريل جي وڻ تي ٿيندو آهي، اهو وڻ جو چوٽيءَ کان پاڙ تائين ڪمائتو آهي، جنهن جي هر هڪ حصي مان، ٿڙ مان، پنن مان، ڇوڏن مان ڪا نہ ڪا ڪمائتي شيءِ ٺهندي آهي. ڪجهہ وقت ٿيو تہ مون هڪ سرڪاري فلم ڏٺي هئي، جنهن ۾ ناريل جي وڻ کي سونو وڻ بيان ڪيو ويو هو انهيءَ وڻ جو هر ڪو جزو ڪمائتو آهي. انهيءَ جي ڪاٺ مان ڪئين نمونن جو گهرو سامان ٺهندو آهي. ناريل جي پنن مان گهرن جون ڇتيون ۽ درن دريون جا ڍڪ پردا ٺهندا آهن، انهن مان ٽوپيون ٺهنديون آهن، ناريل جو پاڻيءَ پيئبو آهي، ناريل جي ڏونگي کائبي آهي ۽ اهو رڌ پچائڻ ۾ بہ ڪم ايندي آهي، ڏونگيءَ مان تيل نڪرندو آهي، جو ڪيترن ڪمن ۾ ايندو آهي، ناريل جي ڪاٻاڙ مان دريون، غاليچا ۽ ٻيو سامان ٺهندو آهي. سڄي فلم ۾ ان درخت جي ايتري تہ ساراهہ ڪئي ويئي، گويا اهو وڻ نہ هو ڪو ديوتا هو. ان وڻ جي تعريف بي واجبي ڪانهي، پر جنهن ڳالهہ ڏانهن انهي فلم توڙي فلم کان ٻاهر جي دنيا ۾ سرڪار جو ڌيان نہ ڇڪيو آهي سو آهي اسان جي غريب هندستانيءَ جي وڏائي، جنهن پنهنجي عقل سان ناريل جي هر جزي کي ڪمائتو بنايو آهي. اها محنت، اهو هنر، اها پيدائش سڀ ان غريب هندستانيءَ جي آهي، جنهن پنهنجي محنت سان ناريل جي وڻ جي هر جزي کي زندگيءَ جي گهُرجن لاءِ ڪارگر بنايو آهي.

اهي وڻ جي عظمت پر ڪي سگهن ٿا، پر انسان جي عظمت ڏانهن ڪو به ڌيان نه ٿا ڏين. هي نه فقط هڪ ناريل جو وڻ آهي، رڳو پورهيت انسانن ڪي ترقي ڪرڻ جي آزدگي ڏيو انهن لاءِ اهو ماحول پيدا ڪريو انهن ڪي علم ۽ سائنس مان واقف ڪرايو پوءِ ڏسو ته هو توهان ڪي اهڙا سوين وڻ پارت جي زمين تي ڦولي ڏيندا جي ناريل جي وڻ ڪي به شهه ۽ مات ڏيئي ويندا.

مان جڏهن ڪوئيلون واريءَ گاڏيءَ ۾ ويٺس ته رستي ۾ ٽي دفعا ريلوي عملدار منهنجي ٽڪيٽ تپاسڻ آيا. هنن کي منهنجي نالي جي خبر هئي ۽ هنن کي اهو به معلوم هو ته مان ڪوئيلون ڇا لاءِ پيو وڃان. خير مون کي انهيءَ ڳالهه تي ذري به حيرت ڪا نه لڳي ته ريلوي ملازمن کي نه فقط منهنجي نالي پر منهنجي سيني پار پٽن جي به خبر هئي پر جنهن ڳالهه جي مون کي ڏسي بيشڪ حيرت لڳي ۽ ساڳي وقت خوشي به ٿي ته ٽراونڊرم ۽ ڪوئيلون جي وچ واري علائقي ۾ جتان جتان اسان جي گاڏي لنگهي اتي جي ماڻهن کي اسان جي اچڻ جي خبر پئجي چڪي هئي. هنن کي اها خبر ڪيئن ملي سو ته مان چئي نه ٿو سگهان پر ڪيترين ئي ننڍين اسٽيشنن تي مون ڏٺو ته عام ماڻهو ڳاڙها جهنڊا کڻي اسان جي آجيان لاءِ بيٺا هئا، ۽ نعرا پئي لڳايائون ۽ ڪوئيلون هلڻ لاءِ گاڏيءَ ۾ مٿي چڙهيا. جتي گاڏي نه ٿي بيٺي اتي به ننڍن ڳوٺن جي ٻاهران پنجاهه سئو ماڻهن جا ڪٽڪ جهنڊا کڻي اسان جي آجيان لاءِ آيل هئا. گاڏيءَ ۾ ويٺل ساٿين هنن جي نعرن جي ايستائين موٽ پئي ڏني جيستائين هڪ ٻئي جو آواز ٻڌي سگهيا ٿي. ٽراونڊرم کان وٺي ڪوئيلون تائين ساٿين انهيءَ گاڏيءَ کي هڪ گمهندڙ ڦرندڙ جلوس بنائي ڇڏيو ڪوئيلون پهچي اسين منظم جلوس ناهي اسٽيشن تي بيهي وياسين. ٻاهران به ٽي سئو شاگردن اندر پليٽفارم تي لنگهي آيا ۽ فضا ۾ انقلاب زنده باد جا نعرا گونجڻ لڳا. اتان اسين جلوس جي صورت ۾ مسافر خاني ڏانهن روانا ٿياسين جتي مون کي رهڻو هو.

شاگردن مون ڏانهن خوشيءَ وچان نهاري نعرا پئي هنيا.

” وديارٿي ايڊ تو ڪا ائيڪم جنده باد “

شاگردن ۽ اديبن جو ميلاپ زنده باد.
هڪ مزدور نعرو هنيو:
” توئي لائي، وديا ٿي ايڊ تو ڪار آئيڪم جنده بآد “
( مزدورن، شاگردن ۽ اديبن جو اتحاد زنده باد )
وري اوچتو ئي ڪنهن نعرو هنيو:
” علي سردار جعفري جنده باد “

۽ مون کي ايئن محسوس ٿيو ڄڻ هلندي هلندي سردار منهنجي ڪلهي تي اچي هٿ رکيو هجي ۽ مان ڪنڌ ورائي هنجي منهن ۾ نهارڻ لڳس. منهنجي بدن جي نس نس ۽ رڳ رڳ ۾ هڪ عجيب خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. مون ان وقت محسوس ڪيو ته هي جلوس منهنجو ته آهي، پر هي جلوس سردار جعفري جو هو، سليمان اديب هو، رشيد جهان، امرت راءِ، نياز حيدر، هرنامسنگهه، بال هلدر، پرويز شاهد، ناگ ارجن، امر شيخا، يوسف منان، لنگايا ۽ اسان جي ٻين سوين ترقي پسند اديبن جو هو. اڄ ڀارت ۾ اديب شيخن پنيان بند ڪيا ويا آهن، جن جو ڏوهه فقط ايترو آهي، ته هنن کي پنهجي وطن سان ۽ پنهنجي ڪروڙين وطني ڀائرن سان محبت آهي. چاڪاڻ ته وطن ڪنهن پٿر، سرَ يا وڻ جو نالو نه آهي. وطن ڪنهن هڪ عمارت، هڪ جهنڊي يا ڪنهن هڪ پارٽيءَ جي تابعداري جو نالو نه آهي. ملڪ انهن سيني انسانن جو تهيل آهي، جيڪي ان ۾ رهن ٿا، جيڪي ڏينهن رات پگهر جو پورهيو ڪن ٿا، جيڪي هر هلائين ٿا، ڪارخانن کي چالو رکن ٿا، کاڻين مان لوهه ۽ ڪوئلا ڪوٽي ڪڍن ٿا، دفتر ۽ ڪاليجن ۾، اسڪولن ۾ انساني محنت ۽ ان جي ترقيءَ جي راهه ڳولي ڪڍن ٿا، انسان سان محبت ڪرڻ ملڪ سان محبت ڪرڻ آهي. بهترين مستقبل سان محبت ڪرڻ آهي. ڪوئيلون جي رستي تان هلندي مان ايئن سمجهڻ لڳس ته منهنجا وطن پرست اديب هٿ ۾ هٿڪڙيون ۽ پيرن ۾ بيڙيون پائي اسان سان ان جلوس ۾ پيا هلن. انهن ۾ ڪيفي اعظمي ۽ مجروح سلطانپوري به هئا، جي پنهنجي نج نالي سان بمبئيءَ جي رستن تي هلي چلي نه ٿا سگهن، انهن اديبن ۾ پاڪستان جا عبدالله ملڪ، ابراهيم جليس ۽ عارف جلالي به هئا، انهن ۾ پيبلونرودا به هو جنهن جي خلاف

چلڻ جي پوليس جو وارنٽ نڪتل آهي ۽ هو ورڊ فاسٽ لوئي آراگان، لياهرن برگ ۽ شولو خوف ۽ فائديوده ۽ ٻيا سڀ مدبر رهبر، فيلسوف ۽ نقاد به هئا جن هن زمين سان محبت ڪئي آهي، جن کي انسانن سان پيار آهي، انسان جي ٻارن ٻچن سان پيار آهي، هن جلوس ۾ انهن سيني جو مضبوط هٿ هو انهن جو ڪليل دماغ هو خوشيءَ ڀري مرڪ هئي ۽ اهي سڀ انسان هڪ جلوس جي روپ ۾ ان جهنڊي جي ڇانوَ ۾ اچي ڪٺا ٿيا هئا، جيڪو انسانيت جو جهنڊو آهي، صلح جو جهنڊو آهي، نئين زندگيءَ جو جهنڊو آهي.

ترپور ڪان پوءِ ڪوئيلون جي جلسي ۾ ٻين سيني هنڌن ڪان وڌيڪ ماڻهو شامل ٿيا، پنج ست هزار ماڻهو ته بيشڪ ٿيندا، جلسو سري نارائڻ ڪاليج جي ڪشادي ميدان ۾ ٿيو. شاگرد به گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار هئا، باقي ٻيا سڀ ڪوئيلون جا شهر واسي هئا. ڪوئيلون هڪ چڱو خاصو هنري مرڪز آهي. هتي جي لوڪو شيڊ ۾ چار سئو ريلوي مزدور ڪم ڪندا آهن، اي ڊي ڪاٽن مل ۾ ارڙهن سئو مزدور ڪم ڪندا آهن جن مان اٽڪل پنج سئو ماڻهن جي ڇانٽي ٿي چڪي آهي، تنهن ڪان سواءِ ڪوئيلون ۾ ڪاڄن جون فئڪٽريون آهن، جن ۾ ڪم ڪندڙ پنجانوي سيڪڙو زالون آهن، ڪوئيلون ۽ ان جي پسگردائيءَ ۾ فقط انهيءَ هڪڙي هنر ۾ پنڌرنهن هزار ڪن زالون آهن، ڪاڄن جي ڪارخانن جي مزدورن جي لاءِ سرخ يونين تمام مضبوط سمجهي ويندي آهي. انهيءَ سڀا جو صدر ڪامريڊ گووندن نائر آهي. هو ڪيرالا جي عوام ۾ بيحد پيارو آهي، ايتري قدر جو هن جي شخصيت جي چوڌاري هن جي بهادريءَ، اهميت ۽ شجاعت جي باري ۾ ڪئين آکاڻيون ٺهي ويئون آهن ۽ نه فقط مزدور طبقو پر ڪيترا سرڪاري عملدار ۽ ڪانگريسي به هن جي تعريف ڪندا آهن.

تراوندرم جي شاگردن جيان ڪوئيلون جا شاگرد به عوامي جدوجهد ۽ هلچل ۾ ڪانگريسي هلچلن کان وٺي اشتراڪي هلچل تائين مکيه حصو وٺندا رهيا آهن. پنهنجي حقن لاءِ ته هو لڙندا ئي آهن، پر مزدور طبقي جي حقن لاءِ به هنن جو ساٿ ڏيندا آهن، انهيءَ ڪري جڏهن تراونڪور جي

ٽرانسپورٽ جي مزدورن پنهنجي مطالبن لاءِ جدوجهد ڪئي ته شاگردن هنن سان پوري ساٿ ڏنو ۽ انهيءَ باري ۾ ڪيترن ئي شاگردن کي اسڪولن ۽ ڪاليجن مان نيڪالي ڏني ويئي. انهن ۾ او- پي ماڌون به هو جو اسان جي اڄوڪي جلسي جو صدر هو. هن انهيءَ ظلم جو مقابلو ڪندي هڪ دفعو مرڻ گهڙيءَ تائين بک هڙتال به ڪئي هئي. هن جي بک هڙتال کي جڏهن يارنهن ڏينهن لنگهي ويا ۽ ڪيترن جي چئه چواءَ تي به هن پنهنجو وعدو نه ٽوڙيو تڏهن هن کي اسپتال ڏانهن موڪليو ويو جتي هڪ سپاهيءَ سان هن جي تمام دلچسپ ملاقات ٿي.

سپاهي : تو بک هڙتال ڇو ڪئي آهي؟

ماڌون : تون هتي اسپتال جي اندر ڇو آيو آهين؟

سپاهي : منهنجي مرضي، تون پڇاءِ، تون اهو روزو ڪو نه ٽوڙيندين؟

ماڌون : نه

سپاهي : مان شراب ڪونه پي آيو آهيان، مان توکي سياڻي صلاح ڏيان ٿو ته تون هي روزو ٽوڙ نه ته تنهنجي لاءِ چڱو ڪونه ٿيندو.

ماڌون : تنهنجو منهنجي روزي سان ڪهڙو واسطو آهي؟

سپاهي : واسطو آهي. توکي پنهنجي ماءُ پيءُ جو لاچار نه آهي ته اسپتال وارن جو ته ڪجهه خيال ڪر. ( هڪ نرس ڏانهن اشارو ڪري ) هنن زالن اڳيان بک ڪيندي توکي شرم نه ٿو اچي؟

ماڌون : مان ته هڪ ڪتي جي سامهون به روزو رکي سگهان ٿو.

سپاهي : چڱو ته مان هينئر توکي ماريندس... پر مون شراب ڪو نه پيتو آهي.

پوءِ ان سپاهي ماڌون کي مارڻ شروع ڪيو جنهن تي سڄي اسپتال ۾ گوڙمچي ويو. ماڻهن ۾ جوش ڦهلجي ويو ۽ سڄي شهر ۾ هن جي انهيءَ ڪميٽي فعل تي وڏو اعتراض اٿيو. انهيءَ موقعي تي شري بالڪرشن، جيڪو ڪيرالا ڪومدي اخبار جو ايڊيٽر آهي، وچ ۾ پئي سرڪار ۽ شاگردن جي وچ ۾ ناهه ڪرايو ۽ شاگردن جون گهرجون منظور ڪيون ويون. انهيءَ بعد مس وڃي ماڌون پنهنجي بک هڙتال بند ڪئي.

ان ڏينهن به ڪاليج جي ڀتين تي هر طرف وڏن اکرن ۾ لکيل هو :

" ووٽ ماڏون کي ڏيو. "

۽ ماڏون لائوڊ اسپيڪر تان ڳالهائي رهيو هو:

" اسين ترقي پسند اديبن جي آجيان ٽا ڪريون "

شاگردن جي هڙتال جي سلسلي ۾ ڪوئيلون جي مزدورن بہ هڙتال ڪئي هئي ۽ ڪوئيلون جي اخبار نويسن بہ ان ۾ ٽڪو ڀرو ورتو هو جڏهن ماڏون روزو رکيو هو تڏهن مزدور، اخبار نويس، شاگرد ۽ ٻيا شهري سڀ گڏجي بہ دفعا جلوس ٺاهي، اسپتال ۾ بہ ويا هئا، ڪوئيلون جي صحافين ۾ چڱي سجاڳي آيل آهي. پريس ڪانفرنس ۾ ادب جي باري ۾ هنن مون کان جيڪي سوال پڇيا تن مان سمجهي سگهجي ٿو تہ تراوندرم جي اخبار نويس کي ترقي پسند ادب سان ڪافي دلچسپي آهي ۽ ان کي پنهنجي روزانين اخبارن ۾ سٺي جڳهہ ڏيندا آهن. اخبار ڪيرلم جنهنجو فلپس بہ ڪجهہ وقت ايڊيٽر ٿي رهيو آهي، نوپارتم، ڪيرالا ڪومدي ۽ پاور يا پريا جي اخبار نويس جي يونين جو بہ مزدور طبقي سان ساٿ ايتري حد تائين وڌي ويو آهي جو هڪ دفعي پوليس ڪيرلم جي نائب ايڊيٽر لڪشمن کي مزدورن جي لڙائي جي سلسلي ۾ مارڪٽ بہ ڪئي. سبب اهو هو تہ پوليس کي لڪشمن جي هڪ ڏنل رپورٽ پسند ڪا نہ پيئي. انهيءَ تي اخبارن ۾ تمام زور شور سان ان سوال کي کنيو ويو ۽ سرڪار هڪ جاچ ڪاميٽي بہ مقرر ڪئي. پر آهستي آهستي اهو سوال ٺڏو ٿي ويو ۽ ڪو بہ خاطر خواهہ نتيجو ڪو نہ نڪتو. باقي هڪ ڳالهہ ضرور ٿي، سا اها تہ ان اوقعي کان پوءِ مزدور، شاگرد، صحافي توڙي شهر واسي پنهنجن پنهنجن گهرن جي باري ۾ هڪ ٻئي سان صلاح مصلحت ڪرڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي جو ساٿ ڏيڻ لڳا ۽ عوام جي هلچلن ۾ ٽڪو ڀرو نڻ لڳا آهن. شايد انهيءَ سبب ئي اجوڪي ميٽنگ ۾ ست اٺ هزار ماڻهو اچي ڪٺا ٿيا هئا.

***

**ٻن** چئن ڏينهن ۾ ناتال اچڻو هو. مون فلپس کان پڇيو " ناتال ۾ تون گهر ويندين يا مون سان گڏ الپيءَ هلندين ؟ " فلپس پهرين ٿورو هٻڪيو پوءِ چيائين، " آءٌ تو سان گڏ الپيءَ هلندس. "

ٿوري دير جي خاموشيءَ بعد وري چوڻ لڳو " چڱو هينئن ٿو ڪريان توسان گڏ ڪنهن ٻئي ڪي ٿو موڪليان مان گهر ويندس. "

پر منٽ ٿي ڪين گذريو تہ وري چيائين، " نہ مان پاڻ توسان هلندس، زال کي چٺي لکي ٿو موڪليان " انهيءَ تي اسين ٻئي کلڻ لڳاسين. فلپس کي شادي ڪئي اجا ٽي مهينا مس ٿيا هئا ۽ شاديءَ بعد هي زال مڙس جو پهريون ناتال هو. هن جي دل جي ڪشمش مان چڱي طرح سمجهي سگهيس ٿي پر فرض ۽ محبت جي ان ننڍڙي لڙائيءَ ۾ سوڀ فرض جي ٿي ۽ اسين الپيءَ روانا ٿياسين.

الپيءَ جي لاري صبح جو تمام سويل ويندي آهي. انهيءَ ڪري اسين صبح جو چئين ٻجي ئي تيار ٿي، اچي لارين جي اڏي تي پهتاسين. رستي ۾

ڪا خاص ڳالهه ڪا نه ٿي. تاڙيءَ جا وڻ، پرپات جي اونداهه ۾ نشئين جيان بيٺا هئا ۽ وڻن جي مضبوط ٿڙن چوڌاري ڏنڊ ۾ ڪوهيڙي جون چٽ چادرون ٽنگيون پيئون هيون. ٻنين ٻارن تي به سفيد ڏنڊ ائين ڇانيل هو ڄڻ ته بادل آسمان مان لهي ڌرتيءَ تي اچي ليٽيا هئا. هڪ عجيب خاموشي، غمگيني ۽ مدهوشي هر طرف پکڙيل هئي. آسمان ۾ ستارن اک ٻوٽ پئي ڪئي ۽ مسافر لاريءَ جي تنگ بينچ تي ويهي مشين جي آواز جي لولي ٻڌندي جهوٽا کائڻ لڳا. مان به پنهنجي جڳهه تي آرام سان ويٺو هوس. اوچتو هڪ هنڌ لاريءَ جو لوڏو آيو ۽ سڀئي سجاڳ ٿي اٿياسين. منهنجون اکيون اڃا به بند هيون، جو اوچتو ڪن تي آواز پيو..

" چانهه، گرم چانهه "

" نارنگيون، مٺيون نارنگيون "

" مندر لاءِ نذرانو "

منهنجون اکيون کلي ويئون. مون حيرت وچان فلپس کان پڇيو " پائو هيءَ ڪهڙي ماجرا آهي ؟ "

فلپس ٻڌايو " هتي پرسان هڪ وڏو شاهي جهونو مندر آهي، هي ماڻهو ان مندر جو ايجنٽ آهي ۽ مذهبي زيارتين کان مندر جو نذرانو وصول ڪندو آهي، هن کي ان وصوليءَ تي ڪميشن ملندي آهي. "

وري آواز آيو.

" گرم چانهه ! "

"مٺيون نارنگيون !"

"مندر جو نذرانو "

مان ويچارڻ لڳس، " هيءَ لاريءَ جو اڏو ڏاڍو سٺو آهي، هتي سڀ ڪجهه ٿو ملي، چانهه، سنگترا، دين ايمان ڌرم سڀ ڪجهه پيو وڪامي ۽ ان تي ڪميشن به ٿي ملي. "

مون فلپس کي چيو " يارا ٿوري چانهه وٺي ان ۾ ٿورو ڌرم ۽ ٿوري سنگتري جي رس وجهي ان کي لوڏيون ته ڪهڙو نه ڪاڪ ٽيل ٺهندو؟

فلپس نڪ موڙي چيو " هڪدم پاروٿو ڪاڪ ٽيل ٺهندو فقط نارنگيون ٽا وٺئون.. "

جڏهن اسين ٻيا سپ سنگتڙا کائي اٿياسين ۽ باقي هڪڙو وڃي بچيو ته فلپس چيو. ” هو بچائي رک “

”چو؟ “

” اڳتي هلي ٻڌائيندوسانءِ. “

” هاڻي چو نه ٿو ٻڌائين ؟ “

” هينئر وقت ڪونهي “

” ان ۾ وقت جو ڪهڙو سوال آهي ؟ “

” ٻارن وانگر ضد نه ڪر، اڳتي هلي ٻڌائيندوسانءِ “

اڳتي هلي جتي به لاري ٿي بيٺي اتي آءُ پيو پڇانس، ” پلا هتي ٻڌاءِ ؟ “

۽ هو مشڪي جواب ڏئي، ” اڳتي هلي ٻڌائيندوسانءِ “

ايئن پڇندي پڇندي اسين اچي الپيءَ پرسان پهتاسين. باقي چار پنج ميل پنڌ بچيو هو. اوچتو رستي ۾ هڪ ماڻهو هٿ ڏيئي لاري روڪائي، فلپس مون کي لهڻ لاءِ اشارو ڏنو ۽ اسين لهي هيٺ ٿياسين. مون ڏٺو ته فلپس جي هٿ ۾ به هڪ سنگتڙو هو هنن ٻنهي هڪ ٻئي ڏانهن نهاري مشڪيو ۽ جوان اسان کي پنهنجي پٺيان اچڻ جو اشارو ڏنو.

” سو اهو سنگتڙو نشاني هو. “ مون فلپس کي چيو

فلپس مشڪڻ لڳو

” پر تو انهيءَ نشانيءَ جو بندوبست ڪيئن ڪيو؟

چا هن ڳوٺ ۾ تار آهي ؟ هتان ڪوئيلون ته تمام گهڻو پري آهي. “

” تار ٽپال ته هتي ڪجهه ڪونهي “ فلپس وراڻيو.

” تڏهن ؟ “

هن مون ڏانهن نهاري عجيب ڍنگ سان مشڪي چيو ” بس بندوبست ٿي ويندو آهي، وڌيڪ پُڇي چا ڪندين ؟ “

مون چيو ” بس اهو ئي ٺيڪ آهي، هاڻي اڳتي هلو هلون ڪيڏانهن ٿا ؟ شايد اڳتي هلي جيڪو ماڻهو گڏبو تنهنجي هٿ ۾ ڏاڙهون هوندو پوءِ اتان اسين ڏائي طرف ڦرنداسين جتي هڪ جوان مڪائيءَ جو سنگ جهلي بيٺو هوندو اتان اسين ساڄي طرف ڦرنداسين ۽ انگور جي ڇڳي واري ماڻهوءَ کي گڏباسين. بس اتان پوءِ اسان جي منزل اتي هلي پوري

ٿيندي جتي هڪ پڪو هنداٺو ڪائيندو هوندو. "

فلپس ڪلڻ لڳو چيائين " تون رومانوي ڪهاڻيون تمام سٺيون لکندو آهين، پر اها رومان جي ڳالهہ نہ آهي، سخت مجبوري هئي، جتي اسين هلون پيا، اتي سرڪاري چوڪسي تمام سخت آهي، جنهن ڪري تمام سنيالي ڪم ڪرڻو ٿو پوي، جيڪڏهن هنن کي ذري بہ ڪڙڪ پئجي ويئي، تہ تون ڪنهن جاچ وغيره جي باري ۾ هتي آيو آهين تہ چوڪنيو ٿاٿو پيو هوندين. تنهنجي سلامتيءَ لاءِ تہ مون پنهنجو ناتال بہ سهسائي ڇڏيو انهيءَ ڪري چپ چاپ اڳتي هلندو هل. "

انهيءَ بعد اسين چپ چاپ هلندا رهياسين. رستي ۾ ناريلي ڪاٻاڙ جي اٽڻ جا ڪارخانا هئا، جن ۾ انُ وقت ڪم بند هو. چوڌاري ناريل جا درخت هئا، مزدور موجود هئا پر ايئن پئي لڳو تہ اجا ڪافي عرصي لاءِ هتي ڪم چالو ٿي نہ سگهندو. اسان جو سُونهون اسان جي اڳيان اڳيان هلندي اسان کي ٻنين ٻارن وچان، تنگ پيچرن تان وٺي پئي هليو. ٿورو اڳيان ناريلي وڻن جو هڪ جهڳٽو هو اتي هڪ گهر هو ان گهر جي ٻاهران ٻن زالن ناريل جو ڪاٻاڙ ويٺي اٽيو. ٻي زال ۾ هڪ ڇوڪري ڪاٻاڙ جي سُٽ کي صفا پئي ڪيو. ٻن زالن چرخي پئي هلائي، هڪڙو مرد وڻ کي ٽيڪ ڏيئي اسان جي انتظار ۾ ويٺو هو ڇاڪاڻ تہ هن جي هٿ ۾ بہ هڪ نارنگي هئي.

اتان اسين اڳتي وڌياسين. هينئر کيت ۾ ٻنيون ختم ٿي ويون ۽ واريا سي زمين شروع ٿي هئي. ناريلي وڻن جي جهنڊن وچ ۾ هر طرف ريتي ڦهلي پيئي هئي، اتي مون جوراڀا لاهي ڇڏيا ۽ نرم نازڪ ڪتڪتائي ڪندڙ ريتيءَ تي هلڻ لڳس، اڳيان پاڻيءَ جي هڪ نهر آئي جنهن جي آر پار ناريلي درخت جو هڪ ٿڙ رکيل هو ٿڙ تمام سنهو هو ۽ سڌو بہ ڪونہ هو هيٺ مٿي هو اسان جو سونهون تہ ڏاڍي فرحت سان ان تان لنگهي ويجي پار پهتو.

مون پنهنجي پتلون لاهي ڪٽي هٿن ۾ ڪئي.

فلپس چيو، " هي ڇا ٿو ڪرين؟ "

وراٽيومانس، " مون کي سرڪس جي رسيءَ تي هلڻ جو استعمال

ڪونهي، مان انهيءَ پل تان نه، پر پاڻيءَ مان لنگهي پار ويندس. پاڻيءَ جي ننڍي نهر، جنهن کي اتي توڙ چوندا آهن، گرم ۽ ملائم هئي، ان جي تري واري ريتيءَ تي پير رکندي ايئن ٿي محسوس ٿيو جڻ ڪنهن نرم غاليچي تي پير رکيو آهي، مان ڏاڍي آرام سان آهستي آهستي پاڻيءَ مان هلندو وڃي، ٻيءَ پر پهتس. سونهين فلپس کي ڪجھ چيو ۽ فلپس وري مون کي ٻڌايو ته اجا اهڙيون ٻه ٽي نهرون رستي ۾ اينديون. انهيءَ ڪري جيڪڏهن پتلون ڪلهي تي ٽي رکي هلين ته نيڪ ٿيندو مون ڪو به اعتراض ڪو نه ڪيو ۽ پتلون ڪلهي تي رکي اڳتي هلڻ لڳس ته هو ٻئي کلڻ لڳا. اڳتي هلي ٻه ماڻهو بيا گڏيا، سونهين مون ڏانهن اشارو ڪيو هو ٻه مون ڏانهن نهاري مشڪڻ لڳا.

اڳيان وري کيت ۾ سبزي شروع ٿي، هتي نانگ- ڦڻ جا ڪافي وڻ هئا، اتي هڪ ماڻهو اسان جي انتظار ۾ بيٺو هو سونهون سڏو هن وٽ پهتو. ان ماڻهوءَ سونهين کي ڪجھ چيو. سونهين فلپس کي ڪجھ چيو ۽ فلپس مون کي چيو "سڀ ٺيڪ آهي، ڪو به خطرو ڪونهي "

" ته ماڻ هاڻي پتلون پايان ؟ " مون سوال ڪيو.

سپيئي ٺهڪ ڏيئي کلڻ لڳا.

نانگ-ڦڻ جي وڻن وٽان لنگهندا، هڪ ٻني پار ڪري اسين اتر ڏانهن وڌياسين جتي ناريلي وڻن جا گهاٽا جهڳٽا هئا ۽ انهن جي وچ ۾ هڪ کليل جڳھ تي هڪ ويران جڳھ ايپي هئي.

چوطرف ويراني ۽ سناٽو ڇانيل هو.

فلپس مون کي چيو، " هي پناپارا آهي. "

پناپارا ڳوٺ جتي ڪيرالا جي عوام سرِ سي- پي جي آپيشاهيءَ کي ختم ڪرڻ لاءِ پهريون مورچو ٻڌو هو اهو سر سي -پي جنهن تراوندرم کي هندستان کان جدا ڪري برطانوي ڪامن ويلٿ ۾ خود مختيار سرڪار جو درجو ڏيڻ ٿي چاهيو جئن هو پنهنجي نادر شاهي دائمي قائم رکي سگهي. انهيءَ آپيشاهيءَ جي مقابلي لاءِ عوام پنهنجي لڙائيءَ جي شروعات هتان ڪئي هئي. سامهون ويران گهر ۾ هن جا سپاهي هئا ۽ ان گهر جي چوڌاري پناپارا ڳوٺ جا هاري ۽ ڪاياڙ جي ڪارخانن جا مزدور هئا،

جيڪي الپيءَ ۾ ڪم ڪندا هئا. انهن جي رهبريءَ خاطر ئي هتي مورچو بڌو ويو هو سر سي- پي جا ٽيهه چاليهه سپاهي ختم ٿيا هئا ۽ ايترائي پناپارا جي هارين ۽ مزدون جو به ختم ٿيو هوندو. هن مورچي جي خبر چوڌاري ڦهلجي ويئي، تراونڪور جي ڪانگريس به ان هلچل ۾ ساٿ ڏنو هو. وري ٻيو مورچو به هتي ئي ٻڌو ويو ۽ سر سي- پي جي حڪم سان هن ڳوٺ کي گهيريو ويو ۽ ڳوٺ مان ٻاهر ويندڙ سڙڪن تي مشين گنون ۽ بندوقون اڀيون ڪيون ويون ۽ انهيءَ ڏينهن هن ڳوٺ ۾ پسگردائي جا پنجاهه سٺ ماڻهو شهيد ٿي ويا. پوءِ هتي جا گهر ساڙيا ويا، زالن سان بيحرمتي ڪئي ويئي، ڇاڪاڻ تہ آپيشاهي ۽ جاگيرداريءَ کي پنهنجي عزت ڪا نہ ٿيندي آهي، اهي ٻين جي محنت تي جيئندا آهن ۽ ٻين جو خون چوسي پاڻ کي زنده رکندا آهن.

سونهين چيو " ان ڏينهن مهاراجا جو جنم ڏينهن هو پوليس هن ڪانگريسيءَ جي گهر ۾ لٿل هئي. "

" ڇا ڪانگريس پوليس جي پناهہ هئي ؟ "

"نہ، ان وقت تہ هو بہ اسان سان گڏ هئا، اهو گهر پوليس زبردستيءَ خالي ڪرايو هو. "

" هاڻي ان گهر ۾ ڪير رهندو آهي ؟ "

مون هن کان پڇيو " تنهنجو نالو ڇا آهي ؟"

" تنگاين . "

" تون هن ئي ڳوٺ جو رهواسي آهين ؟ "

"ها "

"ذات ڪهڙي اٿيئي ؟ "

"ايراوس. " هن فخر سان چيو " اسان جي ذات سيني کان گهٽ آهي، پر شهيد سيني کان گهڻا اسان جي ذات مان ٿيا. "

" ٻيا ڪي نالا ٻڌاءِ "

" ڪيشو ٿامس، فرانسز. "

مون فلپس ڏانهن نهاريو فلپس چيو " هي ڳوٺ عيسائين جو آهي، هتي آزاديءَ جي لڙائي يا مزدور هلچل ۾ غريب عيسائي عوام وڏ ۾ وڏ ڀهرو

ورتو آهي."

پئي سونهين چيو "مزدورن جي ذات هڪ ٿي ٽيندي آهي. "

مان ريتيءَ تان اٿي ڪڙو ٽيس ۾ اڳتي هلڻ لاءِ چيومانس، جتي ڪٿي، هر طرف ناريلي وڻن جي ٿڙن ۾ بندوقن جي گولين جا نشان هئا. اڳتي وڌياسين تہ هڪڙو گهر آيو جنهن جي ٻاهران هڪ ٻيڍيءَ ڪاٻاڙمان سٽ پئي ڪتيو.

سونهين چيو "هن جي ڌيءَ ميري جيل ۾ آهي. "

"ڇو؟ "

" مزدورن جي هلچل ۾ ڀهرو وٺندي آهي ۽ هينئر پناپارا جي هلچل ڪي بہ مزدورن جي هلچل ڪري ڪوٺيو ويندو آهي، انهيءَ ڪري تہ ڪانگريسين حڪومت حاصل ڪندي ئي اهي سڀ وعدا وساري ڇڏيا، جيڪي هنن پناپارا جي سلسلي ۾ گرفتار ٿيلن ساٿين سان ڪين آزاد ڪرائڻ جي باري ۾ ڪيا هئا. اهي ساٿي اڃا جيلن ۾ بند آهن "

ٻيڍيءَ اسان ڏانهن نهاري مشڪيو هٿ جي اشاري سان اسان کي سڏي چوڻ لڳي، " مون پنهنجي مزمانن لاءِ هڪ ناريل رکيو آهي، اهو هنن کي ڪارايو اهو صرف مزمانن لاءِ آهي. پئي ڪنهن لاءِ ڪونهي " ٻيڍيءَ ناريل پيچي اسان کي ڏنو مان ۽ فلپس واري سان ان جو پاڻي پيئڻ لڳاسين، ٻيڍيءَ تنگاين جي مٿي تي هٿ پئي ڦيريو ۽ اسان ڏانهن نهاري پئي مشڪيائين.

پناپارا ڳوٺ جي ٻاهرين حد تي وڻن جو هڪ وڏو جهرمٽ هو جنهن جي مٿان هڪ سفيد جهنڊو پئي ڦڙڪيو. پرسان هڪ ننڍو تلاءَ بہ هو جنهن جي ڪناري تي هڪ ڊٺل گهر هو ان جو فقط هڪ ٻنيو صحيح سلامت بيٺو هو گهر جون چارئي پتيون پڳيون ٽٽيون پيون هيون ۽ ڪيترن هنڌان ان ۾ سلا بہ ايري آيا هئا. تلاءُ ۾ سرخ رنگ جا گل ٽڙيا بيٺا هئا. البيءَ وارو رستو تلاءَ جي چوڌاري ڦري ٿي ويو انهيءَ رستي تان هڪ نوجوان ڇوڪري اسان ڏانهن پئي آئي.

سونهين چيو "اها ميناڪشي آهي. "

"ڪهڙي ميناڪشي؟ " مون سوال ڪيو.

سونهين ڪجهہ چيو ٿي .. پر ڇوڪري اسان جي تمام ويجهي اچي

پهتي هئي، هوءَ ڪنهن عجيب پور ۾ غلطان اسان جي پرسان لنگهي، وڻن جي جهنڊن ڏانهن وڌي، اتي پهچي هوءَ ڪيتري دير خاموش بيٺي رهي، پهرين مٿان نهاريندي رهي، جتي سفيد جهنڊو پٽي ڦاڙڪيو ۽ پوءِ هن جون نگاهون هيٺ جهڪيون. هن زمين تان به ٽي گل چونڊيا ۽ هڪ درخت جي دامن ۾ رکيائين، ايئن جيئن ديوتا تي گل چاڙهيا آهن ۽ هٿ ٻڌي بيهي رهي.

"هي ڇا پئي ڪري" مون سوال ڪيو.

سونهين چيو "هي اسان جي ڳوٺ جو ڪلئو آهي، ڪلئو هڪ پاڪ جهنڊو آهي، جنهن وٽ اچي ڳوٺاڻا پنهنجون باسون باسيندا آهن، هتي ڪٿين نانگ به رهندا آهن. هڪڙي ڏينهن ميناڪشي ۽ پطروس اتي اچي ڪلوءِ جي سامهون انجام ڪيو هو ته اسين ٻئي هڪ ٻئي سان شادي ڪنداسين."

" پطروس ڪير هو؟ "

" هو اسان جو شهيد آهي، پنارا جي لڙائيءَ ۾ شهيد ٿيو هو سامهون واري گهر ۾ رهندو هو پوءِ هن جو گهر ڊاهي ڇڏيائون ۽ هينئر اتي ڪير ڪو نه رهندو آهي."

ميناڪشي آهستي پنهنجا هٿ هيٺ ڪيا، ۽ مهڙ ڦيرائي پطروس جي گهر ڏانهن هلڻ لڳي، اتي پهچي دروازي سان ايئن لڳي بيٺي جڻ پاڻ کي پنهنجي محبوب جي آغوش ۾ ڪٽي ليٽايو هجيس. مون هٻڪندي هٻڪندي سوال ڪيو "هاڻي هيءَ ڇا پيئي ڪري؟"

سونهين پريل آواز ۾ جواب ڏنو "هاڻي هوءَ هر نئين ڏينهن پطروس کي چوڻ ايندي آهي ته تنهنجي ميناڪشي ٻئي ڪنهن سان به شادي ڪا نه ڪندي، ميناڪشي هميشه تنهنجي رهندي!"



**پناپارا** ڪان اسين الپيءَ روانا ٿياسين، جو اتان چار ميل پري آهي. شاگردن اتي هڪ جلسو ڪيو هو جنهن جو صدر هڪ تمام مزيدار فيلسوف هو. هن منهنجي واقفيت ڪرائيندي چيو تہ مان هڪ ترقي پسند اديب آهيان ۽ ڪميونسٽ عمل ۽ فلسفي ۾ اعتقاد رکندڙ آهيان. ترقي پسنديءَ لاءِ چيائين تہ اها ڏاڍي سٺي آهي، پر گانڌي-مت بہ برو ڪونهي.

ڪميونسٽ انسانيت جو ڀلو چاهين ٿا.

پر مذهب جي مراد بہ اها ئي آهي.

ڪميونسٽ خدا کي نہ ٿا مڃين.

پر هو انهن گنهگارن ڪان هزار درجا بهتر آهن جي لفظ اُچاري خدا کي مڃين ٿا پر عملي طرح هن کي نہ ٿا مڃين.

خدا آهي ڇا ؟

خدا هر ڪنهن جي اندر ۾ آهي. هو سيني جي دلين ۾ آهي.

نيڪي ۽ بدي هڪ ئي شيءَ جا ٻہ پاسا آهن. نيڪ ۾ نيڪ انسان جي دل اندر بہ بدي لڪي رهي ٿي ۽ بد ۾ بد انسان جي سيني اندر بہ چڱائي جو

قطرو رهي ٿو.

(يعني سرمائيدار بہ نيڪ ٿي سگھي ٿو.)

انهي ڪري ڪير ڪنهن کي سزا ڏيڻ جو حقدار آهي؟

(مون دل ۾ چيو. فقط چور بازار)

هن پٺي چيو " انهيءَ ڪري ڪنهن کي بہ سزا ملڻ نہ کپي. "

( مان دل ۾ سوچڻ لڳس تہ ها سرمائيدار کي دل کولي لٽڻ ۾ پيڙڻ ڏيو. )

هو چوڻ لڳو " توهين پنهنجو پاڻ سڌاريو "

(منهنجي دل ۾ خيال آيو... ۽ سماج کي ڇڏي ڏيو تہ بڏي يا تري! )

پاڻ سڌارڻ ۾ ئي انسانيت جو ڇوٽڪارو آهي، ڇوٽڪارو ۽ نہ ترقي. ڇوٽڪارو ڪريو يعني جند ڇڏايو... زندگيءَ ۾ ترقي نہ ڪريو. )

ننڍپڻ ۾ مان ٻاون ۽ مبلغن واتان انهي ڍنگ جا وعظ ٻڌندو هوس. اڄ سالن بعد اهڙي دلچسپ تقرير ٻڌڻ جو وجهہ مليم. جنهن ۾ هڪ جملي ٻئي جملي کي ڪپي ختم ٿي ڪيو. پهرين جملي ۾ هڪ اصول جي حمايت ۽ جهٽ ٻئي جملي ۾ ان جي مخالفت اهڙي شاندار قلابازي مون ڪنهن سرڪس ۾ اڃا ڪا نہ ڏٺي آهي. اها خبر ناهي تہ شاگردن جي يونين ڪهڙي ويچار کان هن کي اڄوڪي جلسي جو صدر چونڊيو هو.

الپي ڪيرالا جو مکيہ ۾ مکيہ هنري مرڪز آهي. ناريلي ڪاٻاڙ جي ڪارخانن جو بہ هي وڏي ۾ وڏو مرڪز آهي، شهر جي رستي تان لنگهندي توهان کي ڪئين زبردست ڪارخانا نظر ايندا جن ۾ هزارين مزدور ڪم ڪندڙ آهن. مکيہ ڪارخانن مان ڪي هيٺيان آهن:

پيرس ليزلي ۽ ڪمپني.

والڪرٽ برادرس.

جيمپسن ۽ ڪمپني

گوڊ ايئر ۽ ڪمپني

اهي سڀ نالا پڙهي پلا ڪير چوندو تہ انگريز هتان لڏي ويا آهن. ممڪن آهي تہ اسان جي اسيمبلين ۾ هنن جي صورت نظر نہ ايندي هجي پر ناريل جي ڪاٻاڙ جي ڏنڊي ۾ سٽي جي ڏنڊي ۾، چانهہ جي پوک ۾

تماڪ جي پوک ۾... اوهان کي ڇا ڇا پڌايان، رڳو ايترو چوڻ الاهي آهي تہ هو اڳي وانگر اڃا بہ هتي موجود آهن.

الپيءَ جي ڪشادين سڙڪن، وڏن وڏن چوڪن ۾ هڪ ئي نموني جي عمارتن مان صاف ظاهر آهي تہ هي شهر ڪنهن رٿا تي ٻڌل آهي، اهو شهر ديوان ڪيشوداس اڄ کان ڏيڍ سئو سال اڳي ٺهرائڻ شروع ڪيو هو. الپيءَ کي ڏکڻ ڀارت جو وينس سڏيو ويندو آهي. وينس جيان هتي بہ بحري نهرون شهر وچ مان وهنديون آهن. انهن نهرن تي ٻيڙيون هلنديون آهن، مال جي آمدرفت انهن ذريعي ئي ٿيندي آهي، وڪ وڪ تي پتڻ آهن ۾ بجليءَ تي هلندڙ ڪشتيون ڦ ڦ ڪنديون، سيٽيون وڄائينديون لنگهنديون آهن، ڪٿي مسافر ٻيڙين مان لهندا ڏسبا آهن، ڪٿي مسافر انهن تي چڙهندا ڏسبا آهن، ڪٿي ملاح سڙهہ ڦهلائيندا ڏسبا آهن، ڪٿي ناکئا بادبان سميٽيندا ڏسبا آهن. زالون ٻيڙين جي درين ۾ لوڙهن وٽ ويهي ابهمن کي ڏارائينديون آهن، دلال ڪارن مرچن جي سودي چُڪائڻ ۾ مشغول هوندا آهن. ڪنارن تي سنگترن ۾ ڪيلن جا وڻ جام آهن. الپيءَ ۾ سڄي ٽراونڪور ۾ ڪوچين جي ملاحن جي هڪ سرخ يونين آهي جيڪا نهايت مضبوط ۽ ويڙهو آهي، اهڙي طرح ڪاٻاڙ جي ڪارخانن ۾ ڪم ڪندڙ مزدورن جي بہ يونين آهي، جنهن جو صدر ساٿي ٽي۔ وي، ٿامس آهي. انهيءَ يونين جا ميمبر ستر هزارن کان بہ مٿي آهن، ڏکڻ هندستان جي مکيہ جماعتن مان هيءَ بہ هڪ زبردست انجمن آهي. ڪماليت تہ اها آهي تہ ڪارخانن جا مئنيجر نون مزدورن جي ڀرتي اڪثر انهيءَ انجمن معرفت ڪندا آهن، هنن تجربي مان ڏٺو آهي تہ سرمائيدارن جي بنايل يونين جو ڪو بہ ماڻهو وٽن گهڻو وقت ٽڪاءُ ڪري نہ ٿو سگهي، اهڙي طرح الپيءَ ۾ ٻيون بہ ڪيئين انجمنون آهن، جن ۾ بہ اڍائي لک مزدور شامل آهن، شايد انهيءَ ڪري ئي الپيءَ کي ڏکڻ هندستان جو لال قلعو سڏيو ويندو آهي.

الپيءَ ۾ ان وقت مزدور هلچل کي تمام سختيءَ سان دٻايو پئي ويو بہ مهينا اڳي يعني 20 آڪٽوبر تي جڏهن مزدورن " ويلور جي شهيدن " جو

ڏينهن ملهايو هو تڏهن پوليس انهن تي گولي هلائي هئي، جنهن ۾ هڪ ساٿي ممديپا مري ويو هو انهيءَ بعد نومبر ۾ مزدورن مشعلن سان هڪ جلوس ڪڍيو هو جنهن کي زبردستيءَ چيڙ ويڙ ڪيو ويو. مرڪز ٽريڊ يونين جي آفيس قانوني ريت سان نہ پر فسطائي دٻاءَ سان بند ڪئي وئي هئي ۽ مان جڏهن اتي پهتس تڏهن بہ اها بند هئي، پر منهنجي اچڻ تي مزدورن فيصلو ڪيو تہ آفيس وري کوليون. پوليس جو دٻاءَ ڀرو ڪو نہ ٿيو هو پوليس جو ٿاڻو دفتر جي بنهہ نڪ سامهون هو. ٿورا ڏينهن اڳي ٿاڻي جي پرسان ٽئي ٽريڊ يونين جي هڪ ڪم ڪندڙ کي گوليءَ سان اڏايو ويو هو پر انهيءَ ظلم جو مقابلو ڪندي مزدورن اڄ پنهنجي يونين جي دفتر وري کوليو ان موقعي تي انجمن جا اٽڪل پنج سئو ميمبر بہ پنهنجي انقلابي همت ۽ ارادي جي ثبوت ڏيڻ لاءِ اچي ڪٺا ٿيا هئا. يونين جي دفتر مان نڪري مزدور مون کي سامهون سڙڪ تي، انهيءَ جاءِ تي وٺي هليا، جتي ٿورا ڏينهن اڳي هن جو هڪ مکيہ ڪم ڪندڙ پوليس جي گوليءَ جو نشان بنيو هو مون اها جڳهہ ڏٺي ۽ اهو بہ ڏٺو تہ بازار جا دڪان اڪثر بند هئا ۽ عام سڙڪ تي اسان کان سواءِ ٻيو ڪو راهگير ڪو نہ هو سامهون ٿاڻي جي ورانڊي ۾ پوليس جا ڪي ماڻهو پاڻ ۾ ڳالهائي رهيا هئا. وقتي هڪ اڌ واٺهڙو هراسيل نگاهن سان هيڏانهن هوڏانهن نهاريندو تڪڙو تڪڙو رستو پار ڪري ڪنهن ننڍي تنگ گهٽيءَ ۾ گم ٿي ٿئي ويو اسين آهستي آهستي ڳالهائيندا شواڪوتاپالم ڏانهن پئي وڌياسين. اوچتو مون محسوس ڪيو تہ منهنجي چوڌاري پنجاهہ سٺ ماڻهن جو جٿو هو اهي ماڻهو ظاهري تہ جڻ پاڻ ۾ ڳالهيون ڪندا پئي آيا ۽ هنن جو مون ڏانهن ڪو خاص ڌيان ڪونہ هو پر حقيقت ۾ هنن منهنجي حفاظت لاءِ منهنجي چوڌاري انساني ڪوٽ ٻڌي ڇڏيو هو شواڪو تاپالم تائين يعني جيستائين خطري جو امڪان گهٽو هو تيستائين ماڻهن جو عدد بہ گهٽو هو پالم لنگهي آياسين تہ ماڻهو آهستي آهستي گهٽبا ويا ۽ وڃي ڏهہ پنڌرهن بچيا ۽ جڏهن مان پنهنجي هوٽل تائين پهتس تہ باقي فلپس ۽ بہ ٻيا ماڻهو وڃي بچيا هئا. هينئر اوچتو مون کي ياد آيو تہ هنن ويهن ٻاويهن ڏينهن ۾ هڪ گهڙيءَ لاءِ بہ مون کي اڪيلو نہ ڇڏيو ويو هو هڪ دفعي مان رات جو

ٻي ٻجي حاجت لاءِ اٿيس ۽ اچا ڪمري جو دروازو کولي ٻاهر آيس تہ هڪ ماڻهو اڳتي وڌي چيو. توهان کي باٿ روم ۾ ويٺو آهي نہ ؟ اچو تہ مان ڏيکاريانوَ ۽ اهو ساٿي پاڻيءَ جو لوٽو کڻي منهنجي اڳيان رستو ڏيکاريندو هليو دل ئي دل ۾ مان پنهنجي ساٿين کي ان لشڪري انتظام لاءِ داد ڏيڻ لڳس. انقلابي عقل، همت ۽ انتظام جو جيڪو تجربو مون کي ڪيرالا ۾ مليو اهو مون اتر هندستان ۾ تمام ٿورن هنڌن تي ڏٺو آهي ۽ انهيءَ تي ڪيرالا جي ساٿين کي فخر ڪرڻ جو هر ڪو حق آهي.

شام جو اسين گهمڻ نڪتاسين. پهرين خيال ڪيوسين تہ سمونڊ ڪناري گهمڻ وڃون، چاڪاڻ تہ فلپس اڄ ڏاڍو اداس هو اهو ڏينهن ناتال جو هو ۽ هتان الپيءَ کان گهڻو دورو ڪنهن پهاڙي واديءَ جي هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ هن جي زال سندس اوسيئڙي ۾ ويٺي هوندي، اسان جو ويچار هو تہ اگهاڙي پيرين ڪناري جي ريتيءَ تي پنڌ ڪندي چنڊ جي ايرڻ تائين اتي ترسنداسون.

پر هوٽل مان نڪرندي ئي فلپس پنهنجو ارادو ڦيرائي ڇڏيو چيائين " هل تہ بازار گهمائي اچانءَ، جتي اسان مشعلن جو جلوس ڪڍيو هو ۽ جتي اسان جو ممديپا شهيد ٿيو هو. "

" ڏاڍو سٺو اتان ٿي پوءِ ساگر ڪناري هلنداسين " اها بازار بہ ٻين بازارين جهڙي ئي هئي. ان جي چونڪ ۾ هڪ وڏو مندر هو جنهن تي بجليءَ جا هزارين بلب پئي چمڪيا، جنهن جي دالان جي ٿنڀن تي هزارين گلن جون مالهائون ويڙهيل هيون، گهنڊ پئي وڳا، راڳ پئي ٿيو ۽ هزارين زيارتي اگهاڙين پيرين ڏوتيون سنڀالي ديوتا جي درشن لاءِ پئي ويا.

مندر جي پٺيان بہ جڻ روشنيءَ جون لاٽون پئي نڪتيون، اوچتو آسمان ۾ رنگ برنگي آتشبازي جون هوليون نظر آيون، ڪن گهڙين لاءِ آسمان رنگين چِٽن سان چٽجي ويو.

" هي ڇا آهي ؟ " مون سوال ڪيو.

فلپس وراڻيو " هي ٻن مندرن جي چٽا پيٽي آهي، هي مندر جو تون سامهون چوڪ ۾ ٿو ڏسين اهو لوهہ ۽ ڪارن مرچن جي واپارين جو مندر آهي ۽ هو ٻيو مندر جو ٻئي چونڪ ۾ آهي ۽ هتان نظر نہ ٿو اچي، پر جنهن

جي وڏيڪ تيز روشني تون هتان بہ ڏسين سگهين ٿو اهو ڪاپاڙ جي ڪارخانيدارن جو آهي. گڏريل ستن ڏينهن کان ٻنهي مندرن جي وچ ۾ سينگار جي چيتا پيٽي چالو آهي. ڪڏهن سامهون مندر جا واپاري ٿا جيتين تہ ڪڏهن مندر جا واپاري.. “ مون آهستي چيو ” ۽ ٻنهي مندرن جي وچ ۾ ساٿي ممدپيا جو لاش آهي “ اوچتو سامهون مندر جي تلاءَ ۾ آسمان واري آتشبازيءَ جو پاڇو پيو ۽ اهو نظارو هيٺ مٿي هرطرف ڦهلجي ويو. ڪارن مرچن جي واپارين پنهنجي ديوتا جي جئہ جو نعرو بلند ڪيو ۽ هيڏانهن ٻئي مندر جي واپارين بہ ساڳي جوش سان ان نعري جو جواب ڏنو ۽ منهنجي ذهن ۾ اوچتو ٻنهي مندرن جي وچ ۾ مشعلن جي قطار ڪڙي ٿي ويئي.

مون فلپس کي چيو تہ، ” هل تہ سمنڊ جي ڪناري هلون “

سمنڊ جي ڪناري گهٽو شور ڪو نہ هو واريءَ ۾ اجا ڏينهن جي گرمي هئي، چنڊ اجا ڪونہ ايريو هو ۽ هرطرف اونداهي ڇانيل هئي، غمناڪ فضا ۾ گمر ككائيءَ جي تيز بوءِ هئي، اسين ڪيترو وقت چنڊ جوا نتظار ڪندا رهياسين پر چنڊ ڪونہ ايريو آسمان ۾ فقط مندرن جي آتشبازي پئي ڏٺي.

آخر فلپس مون کي چيو ” دوستَ، هل موٽي هلون. چنڊ پنهنجي سر ڪين ايرندو ان کي بہ چڪي زمين تي آڻڻو پوندو. “



**وائيلور** الپيءَ ڪان ٻارهن چوڏهن ميل پري آهي، هي ڳوٺ چرتل تعلقي ۾ آهي ۽ چرتل تعلقي ۾ هميشہ ڏڪر رهندو آهي. بنگال جي ڏڪر وقت بہ هتي تمام سخت ڏڪر پيو هو ۽ ان ۾ ڪافي جاني نقصان ٿيو هو. ڏڪر ڪان سواءِ هتي ماڻهن ۾ هاٿين واري بيمار بہ عام آهي. سبب اهو آهي جو هن تر جي ماڻهن کي ڪڏن جو بيٺل پاڻي ڪم آڻڻو ٿو پوي، جيتوڻيڪ الپي هتان ٻارهن چوڏهن ميل پري آهي ۽ اتان پاڻيپ ڇڪجي سگهن ٿا يا اتي نلڪي وارا کوهہ کوٽجي سگهن ٿا، پر انهن ڳالهين جي واندڪائي ڪنهن کي آهي، اسان جي نئين جوڙجڪ سلامت رهي، ان ۾ ڪنهن کي بهتر ٿيڻ جي آزادگي نہ آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ بيمار هئڻ جي تہ هر ڪا آزادي آهي.

وائيلور جو ڳوٺ بيٺ تہ ڪونهي پر بيٺ وانگر آهي، ان جي ٽن پاسي پاڻي آهي ۽ چوٿين پاسي نبدم پاراڪاڌ نالي هڪ ڳوٺ آهي، اسين چرتل رستي آيا هئاسين انهيءَ ڪري اسان کي پتڻ لنگهڻو پيو ٻن ٽن منٽن ۾

بيڙي اچي وائيلور جي ساحل سان لڳي.

ڪناري تي بيون بہ ڪئين بيڙيون بدل هيون ۽ چوڌاري ناريلي وڻن جون گهاٽيون قطارون هيون ۽ انهن جي پٺيان مزدورن جي جهوپڙين مان ڪاٻاڙڪٽڻ وارين زالن جو آواز پئي آيو اتر طرف ڪان بہ وڏا شاهي بيڙا اولهہ ڏانهن پئي ويا. هوا ماٺي هئي، سمنڊ سانت هو ۽ بيڙن جي هاڪارينڊڙ مانجهين جي چڪيل پڪار ۾ هڪ عجيب انوکو حس هو اسان هبڪندي خاموشيءَ سان ناريلي وڻن جي پريان ڳوٺ ڏانهن ويندڙ پوري رنگ جي پيچري تي قدم رکيو مون سان فلپس بہ هو فلپس بہ وائيلور ۾ پهريون دفعو آيو هو.

هونءَ تہ هندستان جا پڙهيل لکيل ۽ راجنيتيءَ جا ڄاڻو وائيلور جي نالي مان چڱي طرف واقف آهن، پر ڪيترن کي اڄ بہ اها خبر نہ آهي تہ وائيلور ڏکڻ هندستان جو جليانوالا باغ آهي، فرق صرف ايترو آهي تہ اتر جليانوالا باغ ۾ هڪ انگريز جي حڪم سان گوليبازي ٿي هئي ۽ وائيلور ۾ هڪ پنهنجي ئي وطني ياءُ جي حڪم سان قتلام ٿيو هو جنهن ۾ اٽڪل چار سئو مزدور ۽ هاري آزاديءَ جا نعرا بلند ڪندا ۽ " سر سي- پي رام سوامي آير جو آميريڪي راڄ مرده باد " جا نعرا لڳائيندي شهيد ٿيا هئا. اڄ ڪيترن کي اهو وسري ويو آهي تہ تراونڪور جي ديوان، آگسٽ 1947ع کان پوءِ بہ تراونڪور کي برطانوي ڪامن ويلٿ ۾ هڪ آزاد رياست رکڻ ٿي گهريو ۽ انهيءَ لاءِ ئي هي سڀ خون وهيو هو هن جي اِن آپيشاهيءَ جي مقابلي ڪرڻ لاءِ ئي الپيءَ جي مزدورن ۽ هارين ۽ پناپارا جي هارين آزادگيءَ جي جنگ لاءِ پنهنجو خون ڏنو هو ان وقت انڊين نيشنل ڪانگريس جي اڳواڻن انهن شهيدن جي جرئت ۽ بهادريءَ جي ساراهہ ڪئي هئي ۽ انهن کي قومي شهيدن جو درجو ڏنو هو پر اڄ اهو پرم منجي چڪو آهي.

پناپارا جي چڪريءَ کان ٿي چار ڏينهن پوءِ وائيلور ۾ بيو مورچو بڌو ويو هو جنهن ۾ وائيلور جي بهادر هارين پنهنجي سينن تي گوليون جهليون، سرڪار جي ڪارن سپاهين جون گوليون کاڌيون ۽ ان بهادريءَ ۽ همت سان دشمنن جو مقابلو ڪيو جو گهڙي ڪن لاءِ سامراجين جو تخت

لڏي ويو سر سي- پي کي ترا ونڪور چڱٺو ٿي پيو ۽ اتي ڪانگريسي حڪومت ڪڙي ٿي، اڄ مان ۽ فلپس آزاديءَ جي انهيءَ مندر ۾ ٿي آيا هئاسين.

خاموشيءَ سان پيچري تان ٿورو اڳتي وڌياسين ته هڪ ڏبرو نوجوان مليو هن جو نالو وي- جي سڌاڪرن هو. هو ايرناڪلم جي ڪاليج ۾ شاگرد هو ۽ موڪل ۾ پنهنجي ڳوٺ واٿيلور ۾ آيو هو. ان نوجوان اسان کي سڄو واٿيلور گهمايو پهرين اسين هن جي گهر وياسين، هن جي ڪمري ۾ ڪيرالا جي مشهور سماجي رهبر شري نارائڻ ۽ ڪيرالا جي مشهور قومي شاعر ڪمار آشان جو تصويرون لٽڪيل هيون. هو اسان لاءِ تازي ناريل جو پاڻي ڪٽي آيو ۽ هن جي ڪٽنب جا ڀاتي اسان کي ڏسڻ لاءِ مڙي آيا.

پاڻي پي جيئن اسين گهر مان ٻاهر ٿي نڪتاسين ته سڌاڪرن هڪ ننڍڙي ڇوڪري کان پڇيو " نل دمينتيءَ کي ڪاڏو ڏٺي آئينءَ ؟ "

ڇوڪر وراڻيو " هيٺئر ڏيان ٿو. "

مون پڇيو مانس، " اهي نل دمينتي ڪير آهن ؟ "

سڌاڪرن پنهنجي اڱڻ واري پاڻيءَ جي ڪڏ ڏانهن اشارو ڪري چيو " نل دمينتي ٻه مڇيون آهن، هن ڪڏ ۾ رهنديون آهن، اسين گهر جي مڇيءَ کي ڪڏهن ڪونه کائيندا آهيون. "

مون چيو " جيڪر اسان جا سئوديشي شاهوڪار به انهيءَ تي عمل ڪن. "

فلپس مشڪي چيو " ايئن ڪيئن ٿيندو؟ "

اسين وري سمنڊ ڪناري آياسين. هڪ ڪاري رنگ وارو ڇوڪرو هڪ ٿي ڦاٽل ميري ڌوتيءَ ۾ سڄو سرير اوڍي، هڪ ننڍڙي ٻيڙي ۾ ڪچرو ڀري آيو هو ۽ اهو ڪچرو ناريلي درختن جي پاڙن ۾ وجهڻ لڳو ! مون سڌاڪرن کان سوال ڪيو " هي ڇا ٿو ڪري؟ "

سڌاڪرن جواب ڏنو " اهو ڪچرو ناريلي درختن لاءِ ڏاڍو سٺو ڀاڻ آهي، ڪيئن ڙي شنگوٽي ! هاڻي ته هڏي ۾ سور ڪونه اٿيئي ؟ "

شنگوٽي ڏند ڪڍي کلڻ لڳو چيائين " ڪڏهن ڪڏهن ٿيندو آهي جڏهن ٿڌ پوندي آهي يا ٻه ٽي ڏينهن سانده لنگهڻ ڪڍڻو پوندو آهي، "

سڏاڪرن هن جو ڪلهو اسان ڏانهن ڪري چيو ” هي شنگوئي آهي، وائيلور ۾ جڏهن گوليبازي ٿي هئي، تڏهن هي گهبرائجي گهر مان ٻاهر نڪري آيو ۽ ناريل جي وڻ پٺيان لڪي ويهي رهيو اچو ته مان توهان کي اهو درخت ڏيکاريان. “

اسين اهو درخت ڏسڻ هلياسين جتي شنگوئي پنهنجي جان بچائڻ لاءِ اجهو ورتو هو. سڏاڪرن اتر ڏانهن اشارو ڪري چيو ” گولي هتان آئي هن ٿڙ ۾ داخل ٿي ۽ ٻئي پاسي کان نڪري ويئي ۽ شنگوئي جيڪو ان ٿڙ جي اوٽ ۾ ويٺو هو تنهن جي ڪلهي کي چيريندي وڃي زمين ۾ ڪري. “

جنهن طرف گولي ٿڙ ۾ داخل ٿي هئي اتي سوراخ ننڍڙو هو پر جتان ٻاهر آئي هئي اتي سوراخ تمام وڏو هو شنگوئي جي ڪلهي تي زخم جو نشان به چڱو وڏو هو.

مون چيو اها گولي وڻ جي ٿڙ بجاءِ جڏهن انسان جي سيني يا پيٽ ۾ لڳي هوندي ته ان ۾ ڪيڏو سوراخ ڪيو هوندائين؟ “

فلپس چيو ” ها، گوشت ۽ ڪاٺ ۾ ڪافي فرق آهي، جيتوڻيڪ گهڻن شڪارين کي اهو فرق سمجهه ۾ نه ايندو آهي “

مون چيو ” سمجهه ۾ چو نه ايندو اٿن، پر پرواهه ڪا نه اٿن. “

سڏاڪرن چيو سامراجي فوجين جيڪي گوليون اسان تي استعمال ڪيون، چون ٿا ته اهي ڀهرين سوئرن جي شڪار لاءِ ڪتب آڻيندا هئا. “

شنگوئي کلي چوڻ لڳو ” ماڻ جڏهن اسپتال ۾ ٺيڪ ٿي ويس ته پوليس وارن مون کي خوب مار ڏني ۽ مون کان وائيلور جي مورچي وارن جا نالا نشان پڇڻ لڳا، مون هنن کي چيو منهنجو نالو شنگوئي آهي، باقي ٻئي ڪنهن جو به نالو مون کي ڪو نه ايندو آهي. “

۽ هو وري اهو ڪچرو درختن جي پاڙن ۾ وجهڻ لڳو مان سوچڻ لڳس، ” منهنجي وطن جي مٽي ڪهڙي نه پلي آهي، جنهن مان شنگوئي جهڙا دلير انسان پيدا ٿا ٿين! “

اسين هينئر ڳوٺ جي مندر ڏانهن هلياسين، جتي پناپارا جي مورچي بعد انقلابين ۽ آزاديءَ جي پروانن پنهنجي ڇانوڻي هڻئي هئي.

ڪويڪلم مندر جي پرسان وائيلور جي دليرن جي ڇانوڻي هئي، مندر

هن وقت بلڪل ويران لڳو پيو هو مندر جي پرسان هڪ کوهہ هو پر هيٺئر ڪير بہ اتان پاڻي پرڻ ڪو نہ ٿي آيو چوڌاري ڪانجيرم جا اوچا جهڳٽا هئا، جن ۾ سرخ گل هئا، هڪڙي وڻ سان ٻڪري ٻڌل هئي ۽ سامهون ڏيئن وارو مندر پنهنجي گهري داغي سيني ۾ ظلم جي اونداهي ڪٽي خاموش ويٺو هو.

سڏاڪرن چيو "هتي ڇانوڻي هئي، هنن جي هٿن ۾ صرف رواجي ڀالا هئا ۽ هنن هتي تربيت پئي ڪئي، پر واري ڳوٺ جي زميندار جو اڄ مرڪزي اسيمبلي جو ميمبر آهي، تنهن وچي، سرسي پي جي فوجن کي اها خبر پهچائي"

مون پڇيو مانس، "فوج ڪٿان آئي؟"

سڏاڪرن وراڻيو "اتر کان آئي، هتان جتي سرڪاري مهمانسراءِ آهي، اتان فوجي ٻيڙين ۾ چڙهي آيا ۽ اسان جي ڳوٺ جي ڪنڌيءَ تي لهندي ئي هنن نڪا نوڪي ڪرڻ شروع ڪئي."

مون پڇيو مانس، "تو کي اهو سڀ ڪيئن پتو پيو؟"

سڏاڪرن چيو "منهنجي امڙ سخت بيمار هئي، ڳوٺ جا سڀ ماڻهو يا وچي ڇانوڻيءَ ۾ داخل ٿيا هئا، يا ٽڙي پکڙي ويا هئا، منهنجي ماءُ بيمار هئي، جنهن ڪري مون کي گهر ۾ رهڻو ئي پيو."

پوءِ ڇا ٿيو؟

سڏاڪرن چيو "جنهن وقت بندوقبازي شروع ٿي ان وقت مون پنهنجي ماءُ کي دوا ويئي پياري، مون اتر کان نڪا نوڪيءَ جو آواز ٻڌو ۽ ڏکڻ طرف جتي اسان جي ڇانوڻي هئي اتان انقلاب زنده باد جو پڙلاءُ ٻڌم. ايئن پئي لڳم ڄڻ هزارين ڳلن هڪ وقت اهو نعرو پئي لڳايو پوءِ وري گولين جي سخت نڪا نوڪي ٿي ۽ وري انقلاب زنده باد جو نعرو بلند ٿيو.

سڏاڪرن کن ترسي چيو "ساڍا ڇهہ ڪلاڪ گوليون هلنديون رهيون ۽ مان انقلاب زنده باد جا نعرا ٻڌندو رهيس، جيئن پوءِ تيئن اهو نعرو ڍرو ٿيندو پئي ويو ان جو آواز جهڪو ٿيندو پئي ويو ۽ گولين جي نڪا نوڪي وڌندي ويئي، پڇاڙيءَ ۾ فقط هڪ ماڻهوءَ نعرو لڳايو انقلاب زنده باد ۽ انهيءَ بعد هڪ ڏکهي، ڪڏهن بہ ختم نہ ٿيڻ واري خاموشي ڇانئنجي

ويئي ۽ منهنجي امڙ وهاڻي ۾ منهن لڪائي سڏڪا پري روئڻ لڳي.

انهيءَ رات وائيلور ۾ ڪير ڪو نہ هو نہ ڪنهن رنو نہ ڪنهن سڏڪا پريا، سپاهي موتي ويا، ان رات ڪتا بہ خاموش هئا، پکي پرندا بہ چپ هئا، مرون بہ ماٺ هئا، اهڙو سناٽو اهڙي خاموشي، ايڏي طويل رات مون ڪڏهن ڪا نہ ڏٺي، مون ان وقت ايئن پئي سمجهيو تہ رات جي اها اونداهي ڪڏهن بہ ختم ڪا نہ ٿيندي.

پئي ڏينهن ٻنپهرن جو مان گهر کان ٻاهر نڪتس، چوطرف عجيب موتمار نظارو هو شهيدن جا لاش زمين تي پکڙيا پيا هئا. ڪي وڻن جي آڏار تي ويٺا هئا، ڪي کڏن ۾ پيا هئا، ڪي وڻن ۾ الجهيا پيا هئا، ڪنهن جو سر ڪٽي، ٻانهن ڪٽي، ٽنگ ڪٽي، آسمان ۾ ڳجهن لامارا تي ڏنا، ڪانون جي ڪان.. ڪان جو شور هيو ڪتن لاشن جو گوشت چني ڦاڙي پئي کاڌو شهيد چانوٽيءَ مان وڌندا، گوليون کائيندا اچي ڪنڌيءَ وٽ پهتا هئا، لاشن جو سلسلو چانوٽيءَ کان وٺي تي شروع ٿيو مون ڏٺو تہ چانوٽيءَ جي ٻاهران پنجاهہ سٺ لاش پيا هئا.

ٽي قدم اڳتي
ٽيهہ چاليهہ لاش پيا هئا.
چار قدم اڳتي
ويهہ پنجويهہ لاش.
پنج قدم اڳتي
پندرهن ويهہ لاش.
ڇهہ قدم اڳتي
اٺ ڏهہ لاش.
ست قدم اڳتي
چار پنج لاش.
اٺ قدم اڳتي
هڪ لاش

جنهن جي هٿ ۾ مزدورن ۽ هارين جو ڏاٽو هو هنجو جهنڊي وارو هٿ اڃا بہ مٺي ڪجيل هو لاش ڪي گولين ڏاري ڦاڙي ڇڏيو هو جهنڊو بہ ليڙون

ليڙون ٿي ويو هو پر هن جي مٽ اچا بہ جهنڊي کي مضبوطيءَ سان جهليو بيٺي هئي. سمنڊ فقط ٻہ قدم اڳتي هو. اهو سمنڊ۔ جيڪو هر اينڌڙ طوفان جو اطلاع ڏيندو آهي. سڏاڪرن چپ ٿي ويو مون مندر جي چوڌاري نهاريو پوءِ سڏاڪرن کان سوال ڪيم. " هي مندر ويران ڇو پيو آهي ؟ هينئر ڪير هتي ڏيئو ٻارڻ ڇو نہ ٿو اچي ؟ "

سڏاڪرن چيو " هينئر ڳوٺ وارن جو ان پٿل جي پراڻي ايشور مان وشواس نڪري ويو آهي. هينئر ڪا بہ بيوهہ يا سهاڳڻ هتي ڏيو ٻارڻ ڪا نہ ايندي آهي. ڳوٺ وارا چون ٿا تہ اسان هزارين سال هن مندر کي پوڄيو پر وقت پئي هو اسان جي ڪنهن بہ ڪم نہ آيو. "

سڏاڪرن اسان جي اڳيان ۾ اسين هن جي پٺيان هلڻ لڳاسين. اڳيان هڪ وڏي کڏ هئي ۾ ان جي ڀرسان هڪ وڻ هو جنهن جا پن هٿ جي تريءَ وانگر ڦهليل هئا. کڏ ۾ ڪٿين سايون وليون پئي ڏٺيون ۾ انهن ۾ ڪٿي ڪٿي سرخ گل بہ پئي ڏٺا.

سڏاڪرن اتي ڪن ترسي چيو " هن کڏ ۾ پنجتهين شهيدن جا لاش دفن آهن. "

مان ۾ فلپس ڪيترو وقت اتي چپ چاپ بيٺا رهياسين نيٺ مون هيٺ جهڪي هڪ سرخ گل پٽيو ۾ فلپس کي پڇيم. " گهڻو وقت ٿيو تہ مون هڪ ڪهاڻي لکي هئي.. گل ڳاڙها آهن. ان ڪهاڻيءَ ۾ هڪ ننڍڙو انڌو شاعر جيڪو مزدورن جي هڙتال جي دور ۾ پوليس جي گوليءَ جو شڪار ٿو بڻجي، مرڻ گهڙيءَ مون کان پڇي ٿو " دادا، منهنجي قبر تي ڳاڙها گل ڪڏهن ٽڙندا ؟ " اڄ مان انهيءَ ننڍڙي معصوم شاعر کي چوڻ ٿو چاهيان. " پائو مان وائيلور ۾ انهن سرخ گلن کي ٽڙندو ڏسي آيو آهيان "

فلپس بہ هڪ ڳاڙهو گل پٽي هٿ ۾ جهليو.

سڏاڪرن اسان کي اڳتي وٺي هليو. رستي ۾ هڪ وڏو مٽيءَ جو ڍير هو. سڏاڪرن چيو " هن ڍير اندر هڪ سئو ويهہ لاش دفن آهن. "

هلندي هلندي منهنجو پير وڃي ڍير سان ٽڪريو ۾ ٿوري مٽي ۾ ان سان بہ چار هڏيون اڏامي وڃي پري پيئون. مون سوال ڪيو " هي ڇا آهي ؟ "

سڏاڪرن چيو "اهي شهيدن جون هڏيون آهن،"

" پر انهن کي توهان نيڪ طرح دفن ڇو نہ ڪيو؟"

سڏاڪرن چيو "ٽئين ڏينهن فوج آئي هئي، هنن پيٽرول وجهي انهن کي جلائڻ جي ڪوشش ڪئي، ڪي لاش جلي ويا، ڪي ايئن ئي رهجي ويا. سپاهي هليا ويا ۽ ستين ڏينهن پسگردائيءَ مان ماڻهو وائيلور ۾ آيا، هڪ ٻہ نہ، پر چار سئو لاش هئا. انهن کي ڀلا ڪيئن جلائين ۽ ڪيئن دفن ڪن. ٻي ڳالهہ تہ هنن ۾ ڪي هندو هئا ڪي مسلمان ، ڪي عيسائي، هاڻي فيصلو ڪير ڪري سگهي تہ هيءَ ٽنگ هندو آهي، هي سر عيسائي آهي، هيءَ دل مسلمان آهي، انهيءَ ڪري اسان سڀني کي گڏ ڪري مٽيءَ جي ڍيرن ۾ دفن ڪري ڇڏيو. "

" تہ هاڻي انهن ڍيرن جي چوڌاري گهٽ ۾ گهٽ لوڙهو ڇو نہ ٿا ٻڌي ڇڏيو جو ڪنهن جي نوڪر تہ نہ لڳي "

سڏاڪرن مشڪي چيو " اسين هر سال وائيلور جي شهيدن جو ڏينهن ملهائيندا آهيون، اڳئين سال اسان انهن ڍيرن جي چوڌاري لوڙهو ٻڌو هو ۽ مٿان مزدورن جو جهنڊو بہ جهولايو هو پر پوليس اهو جهنڊو لاهي ويئي ۽ لوڙهو بہ هٽائي ڇڏيائون. "

اسان جي اڳواڻن کي هينئر وائيلور جي شهيدن جي ڪا بہ ضرورت نہ آهي، جيڪي هنن چاهيو ٿي سو هنن کي ملي ويو پر... جن ڪيرالا جي زمين وڪڻي ڇڏي سي انهن شهيدن جي کهڙي سار لهندا؟ هينئر تہ هو انهن شهيدن کي پنهنجو زبردست دشمن ٿا سمجهن! اڄ هو زنده ماڻهن کان ايترو نہ ٿا ڊڄن جيترو وائيلور جي شهيد لاشن کان.. "

سڏاڪرن اسان کي اهڙا بہ وڏا ڍير ڏيکاريا جنهن ۾ سئو کان وڌيڪ شهيد دفن ٿيل هئا ۽ پوءِ هو اسان کي مانيڪا جي گهر وٺي هليو مانيڪا کي هڪ ئي سڪيلڊو پٽ هو- شريڌر. هو تيل جي هڪ مل ۾ ڪم ڪندو هو ۽ وائيلور جي لڙائي ۾ شهيد ٿيو هو.

جڏهن مانڪيا جي گهر پهتاسين تہ اسان کي ڏسي هوءَ پٽ سان اهڙي طرح لڳي بيهي رهي، جو مان هن جو منهن ڏسي نہ ٿي سگهيس.

مون مانڪيا کان پڇيو " تون شريڌر جي ماءُ آهين؟ "

سڏاڪرن ترجمو ڪري هن کي ٻڌايو.

مانڪيا منهن ڦيرائي هڪ دفعو مون ڏانهن گهور ڪري نهاري پوءِ وري پنهنجو منهن ديوار ڀر لڪائي ڇڏيائين. هن جي اکين ۾ جيڪڏهن ڳوڙها هئا ته مان اهي ڏسي ڪو نه سگهيس. سخت ڪشمڪش جي گهڙي هئي، منهنجي دل ۾ هڪ سخت طوفان برپا ٿي ويو مون پنهنجي سيني تي پٿر رکي چبوتري تي چڙهي هن جو ننڍڙو گهر ڏٺو. جتي شريڌر رهندو هو جتي اڄ ڪلهه هن جي ماءُ ۽ هن جي ننڍڙي ڀيڻ تنگمار رهندي آهي. مون تنگمار کي گود ۾ کڻي چيو "تنهنجو پائو تو کي ڇا ڪارائيندو هو."

تنگما چيو "مڇي"

مانڪيا وري گهوري مون ڏانهن نهاريو ۽ چيو "ته ڇا اسين شامي ڪباب کائيندا سين؟"

مانڪيا ايترو چئي وري منهن ڦيري ڇڏيو.

مون آهستي چيو مانس، "امڙ، تون مون کي ڏاريو ٿي سمجهين؟" مانڪيا منهنجي سوال جو ڪو به جواب نه ڏنو. مون حيران ٿي چوڌاري نهاريو هن گهر جي آسپاس ناريلن جا وڻ به خاص گهڻا ڪو نه هئا، تنگمار حيرت ڀريل نگاهن سان مون ڏانهن پئي نهاريو.

مون مانڪيا کي چيو "امڙ، تنهنجو پٽ شهيد ٿي ويو ڇا توکي انهيءَ تي ذرو به فخر نه آهي."

مانڪيا خفي ٿي چيو "مون کي ڪهڙي ڄاڻ! اهو منهنجو هڪڙو ئي سڪيلڌو پٽ هو."

ڪنڌ جهڪائي اسين اتان واپس ورياسين، رستي ۾ هڪ ننڍڙي نهر هئي، جنهن کي پار ڪرڻ لاءِ اسان ترسي جتي لاهڻ ٿي چاهي ته اوچتو ڪنهن پٺيان اچي، منهنجي ڪلهي کي پڪڙيو مون ڪنڌ ورائي ڏٺو. مانڪيا هئي، هن جو چهرو سرخ هو ۽ هوءَ نئهن کان چوٽيءَ تائين پئي ڏڪي.

مانڪيا ڏڪي رهي هئي ۽ اشارا ڪري زور سان چوڻ لڳي.

آئون اروناڀا ڪائي ريتو ويندي، انا، ماري چل

( منهنجي پٽ هڪ سٺي ڪم لاءِ سر ڏنو.)

اينڊا مواني پيتي اني ڪيا مانم انڊا،
( مون کي انهيءَ تي فخر آهي. )
مانيڪا ايترو چئي وري تيزيءَ سان واپس هلي ويئي.
فلپس جو چهرو چمڪڻ لڳو چيائين، " امڙ توکي پنهنجي اولاد تي فخر آهي ۽ اسان کي تو جهڙي ماتا تي فخر آهي. "
پر مانڪيا اهي لفظ ڪو نہ ٻڌا، هوءَ تہ اڳيئي هلي ويئي هئي.
مانڪيا جي گهران اسين ناراڻ جي گهر وياسين. رستي ۾ هڪ کليل جڳهہ تي پنڌرهن ويهن ڪرڙوڌ ۾ ٻڌين زالن ناريلي ڪاٻاڙ پئي ڪتيو اسان کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي هو منٽ ٻہ رڪجي ويئون، پر پوءِ وري پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويئون. انهن زالن جي جسم تي چيلهہ وٽ ڪپڙي ٽڪر کان سواءِ ٻيو ڪو بہ ڪپڙو ڪو نہ هو مون جڏهن سڏاڪرن کان ان جو سبب پڇيو تہ چيائين، " غريبي ۽ پراڻي زماني جي جهالت" پر اڄوڪيون ڇوڪريون پنهنجو جسم ڍڪڻ لڳيون آهن، پر هي ٻڍيون هينئر ڪيئن ڦرنديون، تنهن کان سواءِ اگهاڙپ در حقيقت ڏسندڙ جي نگاهن ۾ آهي ۽ نہ ڪنهن جي سرير ۾ " اهڙي طرح اسين ڳالهيون ڪندا اچي ناراڻ جي گهر پهتاسين.
ناراڻ جو رنگ ڪارو آهي، ڏيل ڏبرو ڏند تمام اڇا، مرڪ ۾ روشني ۽ چهري تي ڏاهپ! ناراڻ وائيلور جي مورچي ۾ شريڪ هو ۽ جهنڊو کڻي هلندڙ ساٿين سان ٽوليءَ جي اڳ ۾ هو هن مون کي گوليءَ جو نشان ڏيکاريو گولي ساڄي پاسي ڇاتيءَ جي هڏي ڀڃي پٺيان نڪري ويئي هئي.
مان ناراڻ کان ڪجهہ پڇان تنهن کان اڳيئي هن مون کي چيو " مون اڄ صبح جو توهان جي ڪانفرنس جي ڪارروائي اخبار ۾ پڙهي آهي ۽ مون کي عجب آهي جو اجان بہ اهڙا شخص آهن جي ان ڳالهہ تي اعتراض ٿا اٿارين تہ عوام کي ادب پرکڻ جو ڪو بہ حق نہ آهي. "
ناراڻ چيو " ڇا ادب تي منهنجو ڪو بہ حق نہ آهي؟ مون کي سائيءَ جي بيماري ٿي پيئي آهي، انهيءَ ڪارڻ مان ڪانفرنس ۾ اچي نہ سگهيس، نہ تہ آءُ انهن مفادپرستن جي خوب خبر وٺان ها، جيڪي ادب جا ٺيڪيدار بڻجي ويٺا آهن، ۽ ان کي فقط امير طبقي ۾ ئي وڪڻڻ ٿا چاهين "

مون چيومانس، ” ناراڻ مان توکان ہ سوال پڇڻ ٿو چاهيان تون انهن جا جواب ڏيندين ؟ “

ناراڻ ڪنڌ هلائي ها ڪئي.

مون چيومانس، ” تون واٽيلور جي لڙائيءَ ۾ وڙهين، پنهنجو خون ڏنئہ، پر ان جو فائدو تہ وري بہ ان ظالم طبقي کي ئي مليو. “

ناراڻ وراڻيو ” حالتون ئي اهڙيون هيون. هن وقت اسان کي اهي منزلون مارڻيون ۽ گذارڻيون ئي پونديون. “

مون چيومانس، ” انهن حالتن توکي بزدل تہ نہ بنايو آهي ؟ “

” بزدل ٿي مان ڪيڏانهن ويندس ؟ “

مون چيومانس، ” تون جيڪڏهن غدارن جو وجي ساٿ ڏين ها تہ اڄ موج ۾ هجين ها. “

” ڪيستائين ؟ “ ناراڻ بنا هٽڪ جواب ڏيئي، ڇڻ منهنجي منهن تي سخت چماٽ هنئي.

چيومانس، ” اديبن لاءِ ڪو پيغام ڏيندين ؟ “

هڪدم چيائين، ” ها، انهن کي چئجو تہ مان ڪوئر فئڪٽري ۾ ڪم ڪندو آهيان، اڳتي منهنجي باري ۾ جڏهن بہ ڪجهہ لکن تہ پهرين مون سان ملي وڃن. “

ناراڻ جي گهر مان نڪري اسين اڃي ٻاهر آڱنڌ ۾ ويٺاسين. ايتري ۾ سڏاڪرن هڪ ٻڍيءَ ڏانهن اشارو ڪري چيو ” ساٿي، هيءَ پارو آهي، شهيد پرياڪرن هن جو اڪيلو پٽ هو هن کي اسي سالن جي عمر ۾ بہ پيٽ قوت لاءِ محنت ڪرڻي ٿي پوي. “

ٻڍي پارو مون کي ڏسي اڳتي وڌي آئي ۽ هٿ جوڙي منهنجي سامهون بيهي رهي، هن مون کي هڪ لفظ بہ ڪونہ چيو. فقط مون کي ڏسي هن جا چپ ڏڏڻ لڳا ۽ مون کي ڏسي هن جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. هلندي هلندي هوءَ منهنجي اڳيان هڪ گهڙيءَ لاءِ رڪي ۽ اها گهڙي اتي ئي بيهي رهي، ڪڏهن ڪڏهن ايئن ٿيندو آهي، ڪا گهڙي اهڙي ايندي آهي، جا وقت کي بيهاري ڇڏيندي آهي ۽ اهو اڳتي وڌڻ کان صفا انڪار ڪندو آهي، مون کي اهو قبولڻو ٿو پوي تہ هزار ڪوشش ڪندي بہ ان هڪ گهڙيءَ ۾ مان

پنهنجي نيڻن جي لڙڪن کي روڪي نہ سگهيس، توهين چوندا اهي منهنجا اياڻا جذبا هئا، توهين ڀلي چئو تہ مان هڪ جذباتي گڏهہ آهيان ۽ عملي زندگيءَ کان صفا اڻواقف آهيان، پر انهن سڀني دليلن خلاف بہ مان توهان کي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ سخت ڪوشش ڪنديءِ بہ مان پنهنجا ڳوڙها روڪي نہ سگهيس، شايد مون منجهہ اڃا اها انڌي هٽلري طاقت پيدا نہ ٿي آهي جو انسان جي شهيديءَ سامهون پٿر جيان خاموش رهيءِ يا ايتري قدر بي ايمان ٿي وڃي. جو چار سئو انسانن جي خون جو بار ڪلهن تي ڍوئي بہ مان ريڊيو تان تهذيب ۽ فن تي تقرير ڪندو رهان، مان قبوليان ٿو تہ مان اهڙو بهادر نہ آهيان ۽ مان هڪ رواجي ڪمزور انسان آهيان، جنهن پارو جي سامهون روئي ڏنو اهڙي طرح رنو جيئن ماءُ پنهنجي اولاد سامهون روئندي آهي ۽ فرياد ڪندي آهي، هن کي منهنجي ٻولي ڪانہ ٿي آئي، مون کي هن جي ٻولي ڪانہ ٿي آئي، پر اسان جي لڙڪن هڪ ٻئي جي ٻولي سمجهي ٿي، انسانيت جي ٻولي، انسان جي عَمل ۽ جدوجهد جي ٻولي، انسان جي شهيديءَ جي ٻولي! سو مان انهن ڳوڙهن کي ڪٿان لڪايان ها ڪيئن چوان تہ منهنجي نيڻن جو نير خشڪ ٿي چڪو آهي، منهنجي دل جو چشمو سڪي ويو آهي ۽ ان شهيد جي امڙ سامهون پٿر جيان خاموش بيهي سگهان ٿو. ڪوشش تہ ڏاڍي ڪيم پر اهي بہ لڙڪ خبر ناهي تہ ڪيترين فولادي ديوارون چيري منهنجي ڳلن تي ڪري پيا، اهي غم، غصي ۽ طوفان جا لڙڪ، جي شهيدن جي قبر تي سرخ گلن جيان ڦٽي نڪرندا آهن، ادب ۾ خون جي قطري جيان چمڪندا آهن، مضبوط هٿن ۾ شمشير جو ڪم ڏيندا آهن،

مان انهن ڳوڙهن لاءِ ذرو بہ شرمسار نہ آهيان.

اسين جڏهن وائيلور آيا هئاسين تہ هڪ اڌ ماڻهوءَ کان سواءِ ٻئي ڪنهن کي بہ اسان جي اچڻ جي خبر ڪانہ هئي، پر جڏهن اسين وائيلور کان موڪلائڻ تي هئاسين تڏهن سڄو ڳوٺ اسان سان ساڻ هو اڳيان اڳيان ننڍڙن ٻارن جو ڪٽڪ هو جي نچندا ٽپندا اسان کي اتي وٺي پئي هليا جتي اسان جي اُسهڻ لاءِ ٻيڙيون ٻڌل هيون.

ڪناري تي پهتاسين تہ ٻار مون کي چوڌاري ورائي ويا ۽ چوڻ لڳا تہ

هتيَ ويهو هتي اسان جي سامهون ريتيءَ تي ويهي رهو هو اهڙا تہ معصوم ۽ ننڍڙا هئا جو مون کي هنن جو حڪم مڃڻو ئي پيو. مان زمين تي ويهي رهيس، هڪڙو ننڍڙو ٻار وڏي اڳيان آيو هن جي جسم تي ڪجهہ ڪين هو فقط چيلهہ وٽ هڪ ڪارو سڳو ٻڌل هوس، هن مشڪي پنهنجا هٿ اڳتي وڌايا، هن جي هٿن ۾ سرخ گلن جي هڪ مالها هئي، جا هن بانس جي ٻن تيلين ۾ پوئي ٺاهي هئي، ان ٻالڪ اها مالها منهنجي ڳلي ۾ پهرائي ۽ ٻيا ٻار سڀ خوشيءَ وچان تاڙيون وڄائڻ لڳا. مون سوچيو تہ مٺائيءَ لاءِ هنن کي ڪجهہ پئسا ڏيان سو کيسي ۾ هٿ وجهي انهن ٻالڪن کان پڇيم، ” ٻالڪو! توهان کي ڇا کپي؟ “

گهڙيءَ جي ھيڪ بعد ان ننڍڙي ٻالڪ جنهن مون کي مالها پهرائي هئي، تمام سنجيدگيءَ سان چيو ” اسان کي امن گهرجي “

مان ان ٻالڪ ڏانهن حيرت وچان نهارڻ لڳس، ايتري ۾ ٻيا ٻار بہ زور سان چوڻ لڳا.

اسان کي امن گهرجي!
اسان کي امن گهرجي!
اسان کي امن گهرجي!

مون کيسي مان هٿ ڪڍي ورتو ۽ چپ چاپ وڃي سامهون ٻيڙيءَ ۾ ويٺس، ٻالڪ وائيلور جي ساحل تي بيٺا هئا، ٻيڙي پاڻيءَ جي لهرن تي پئي لڏي، مون ڳلي مان هار لاهي ڪٽي سمنڊ جي سطح تي ڇڏيو هار ٿوري دير تائين ترندو رهيو ۽ پوءِ ان جون بانس جون بہ تيليون الڳ ٿي ويئون ۽ اهي سرخ گل لهرن تي ايئن ترڻ لڳا، ڄڻ ننڍڙا ٻار سمنڊ جي سِرَ تي نڪتا هئا، هينئر هڪ تيلي اوڀر ڏانهن پئي وڃي ۽ ٻي تيلي اولهہ ڏانهن پئي وڃي ۽ منهنجي دل ۾ هڪ ڪهاڻي پئي ٺهي، مان انهن ننڍڙن گلن کي چوڻ لڳس..

اوڀر ڏانهن ويندڙ ننڍڙا گلن جهڙا ٻارڙا ! توهين جڏهن اوڀر ڏانهن اڳتي وڌو تڏهن ڪلڪتي وٽان ضرور لنگهجو جتي ٻارت جي سچي آزاديءَ خاطر توهان جي پنجن مائرن پنهنجي جان قربان ڪئي، ڪلڪتي کان توهين رنگون وڃجو جتي برما جا چانور چينيارن ۽ چرچلن جي سازشن

خلاف دائم لڙندا ٿا رهن. رنگون کان اڳتي وڌندا تہ ملايا جو بيٽ ايندو جنهن جي ڪنارن تان اتي جا گوريلا توهان کي سلام ڪندا. ايئن نہ آهي تہ هنن کي انگريزن لاءِ نفرت آهي، تنهن ڪري ٿا هنن سان لڙن. بلڪ هو پنهنجي ملايا جي ٽين جي کاڻين، ربڙ ۽ چانهہ جي باغن جي دولت کي پنهنجي ملايا واسين لاءِ ئي سلامت رکڻ ٿا چاهين ۽ ان ملڪيت کي پنهنجي وطن جي ڀلائيءَ ۽ واڌاري لاءِ ڪتب آڻڻ ٿا چاهين. انهيءَ ڪارڻ ملايا جي گوريلن جا سلام توهين ضرور قبول ڪجو! اتان ٿيندا توهين سائيگان پهچجو جتي انڊوچين ۽ هوچي منهہ جا دلير قوم پرست، آمريڪي سامراج جي توپن سامهون پنهنجا سينا کولي بيٺا آهن ۽ هنن جي انهيءَ جرئت سامهون اهي توپون بہ ڏڪي پڇي ويئون آهن.

پيارا گلڙا! انهن بهادر سپاهين جو پيغام توهين ضرور ٻڌجو ۽ پوءِ اڳتي شهنگائيءَ طرف وڌجو رستي ۾ توهان کي چيانگ پوڙڻ جي ڪوشش ڪندو چاڪاڻ تہ چيانگ کي بهادرن گلڙن لاءِ سخت نفرت آهي، پر چيانگ ڪڏهن بہ پنهنجي مقصد ۾ سوپارو نہ ٿيندو ڇاڪاڻ تہ بانس جي تيليءَ ۾ پوئيل گل ڪڏهن بہ ٻڏي نہ سگهندا. انهيءَ ڪري توهين بنا ڊپ پنهنجي تازگي ۽ سڳنڌ کڻي شهنگائيءَ پهچي ويجو جڏهن توهين اتي پهچندا تہ ان شهر جون سڀ بئنڊ باجا ۽ شهر واسي پنهنجي سالار مائوري تنگ سميت توهان جي آجيان لاءِ ايندا توهين هنن جو سلام بہ قبول ڪجو ڇاڪاڻ تہ اهي بہ امن جا شائق آهن.

شهنگائيءَ کان توهين ولاڊيوسٽاڪ هليا ويجو ولاڊيوسٽاڪ جو روس ۾ آهي، روس جيڪو مزدورن ۽ هارين جو وطن آهي، جتي هڪ اعليٰ انسان رهندو آهي، جنهن کي گلن ۽ ٻارن سان ۽ انهيءَ ڪارڻ امن سان بہ محبت آهي، هن جو نالو استالن آهي، اتي روسي جهاز توهان جي حفاظت ڪندا. ماڻهو توهان کي هوائي جهاز ۾ چاڙهي گهمائيندا يا هرڻن جي گاڏين ۾ چاڙهي توهان کي اتر ۾ آرچ ايگل تائين وٺي ايندا. اتان توهين اتر قطب ڏي هليا ويجو ۽ جيتوڻيڪ اتي برف کان سواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ڪينهي پر ان برف کي بہ امن جي ضرورت آهي.

قطب تان موٽي توهين جڏهن آئيسليند وٽان لنگهندا تہ توهين

آمريڪي جنگي سپاهين جي هڪ اڏي وٽان لنگهندا، اهي سپاهي چيانگ جا آقا آهن، اهي بہ توهان کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪندا ۽ توهان جو پيڇو لنڊن تائين ڪندا پر لنڊن جي بندرگاهہ جا مزدور توهان کي پنهنجي هٿن سان سنڀالي وٺندا، توهين انهن جو سلام بہ قبول ڪجو ڇاڪاڻ تہ مزدور امن جي وڏي ۾ وڏي طاقت آهي.

اتان توهين جبرالٽر وٽ ايندا تہ ٻنهي ڪنارن تان، اسپين ۽ آفريڪا جي ڪنارن تان توهان تي گوليون هلنديون پر توهين گهٻرائجو نہ، اسپين ۾ بہ توهان جا ڪيترا حمايتي موجود آهن ۽ آفريڪا جي ڪنڌيءَ تي بہ توهان جي آجيان لاءِ لکين امن پسند بيٺا هوندا ۽ شايد جنهن وقت فرانڪو ۽ آمريڪا جا جهاز توهان تي غالب پوڻ جي ڪوشش ڪندا ٺيڪ انهيءَ وقت ڪوموراڪي حبشي يا پال رابسن جو ڪو عزيز توهان کي سمنڊ جي لهرن تان ڪڍي پنهنجي گلي سان لڳائيندو ۽ توهين پنهنجي منزل مقصود تي پهچي ويندا.

۽ ٻئي طرف مهڙ ڪري مون چيو...

” اي اولهہ ڏانهن ويندڙ گلڙا ! توهان کي عدن جي بهادر جهازين جو سلام پهچي، سئيز ۽ اسڪندريہ جي وطن پرستن جون دعائون توهان جو ساٿ ڏين، قبرص جي ويڙهاڪن جا اُمنگ توهان جو حوصلو وڌائين ڇاڪاڻ تہ هو بہ ڏاڍا بهادر آهن ۽ اڄ تائين پنهنجي ننڍڙي ٻيٽ ۾ انگريزي بندرگاهہ جي خلاف لڙندا رهيا آهن، قبرص مان ٽپندا توهين قسطنطنيہ هليا اچجو ۽ ترڪن جي حاڪمن کي للڪاري چئجو تہ هاڻي ناظم حڪمت ( ترقيءَ جو مشهور شاعر ) ۽ ٻين ترقي پسندن کي آزاد ڪري ڇڏيو ڇاڪاڻ تہ ناظم حڪمت ۽ امن هڪ نظم جي ٻن پڙن برابر آهي، ڪريٽ ۾ شايد توهان کي ساهہ کڻڻ نہ ڏنو ويندو ڇاڪاڻ تہ اهو يونان جنهن جي زمين تي ارسطو ۽ سقراط پيدا ٿيا، سو اڄ ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ لٽڪيل آهي، ٽريسٽ جي ڪنڌيءَ تي شايد توهان کي ترسڻ ڪونہ ملندو جتي ٻي سامراجي قومون پنهنجو ديرو دمائي ويٺيون آهن، شايد اطالي ڪناري تي بہ توهان کي ڪير ٻيهڻ ڪونہ ڏيندو ڇاڪاڻ تہ پوپ اتي سرخ گلن تي پابندي وجهي ڇڏي آهي، پر جڏهن توهين سِسِليءَ کان ڦري

ميلان پهچندا تہ لکين اطالي جهازي مزدور توهان جي شاندار آجيان ڪندا ۽ ڪو بهادر سپاهي دشمن جي جهازن ۽ ٻيڙين جي حملن کان توهان کي بچائي پنهنجي سيني سان لڳائي ڇڏيندو ۽ خوشيءَ سان توهان کي پنهنجي گهر وٺي ويندو ۽ توهان کي اُن اوچي آستان تي ويهاريندو جتي هو پنهنجي يونين جو ڪارڊ رکندو آهي.

۽ نيٺ هڪ ڏينهن اهو اطالي ملاح ۽ هو موراڪي حبشي ٻئي روم ۾ گڏبا. پوپ ڊايس، پوپ آگسٽس يا نيرو واري روپ ۾ سامراجي عيسائين واري روم شهر ۾ نہ بلڪ شروع جي عيساين واري روم ۾، جن عيسائين انسان ۽ هن جي عزت جي ترقيءَ خاطر ڪئين قربانيون ڪيون، انهن انسانيت جي شهيدن جي روم شهر ۾، ڪنهن امن ڪانگريس جي موقعي تي هڪ اطالي ملاح ۽ هڪ موراڪي حبشي سيني تي سرخ گل اٽڪائي هڪ ٻئي کي گڏبا ۽ انهي گهڙيءَ بانس جون ٻہ تيليون وري گڏجي وينديون ۽ مالها مڪمل ٿي ويندي ۽ روم جي امن ڪانگريس ۾ وائيلور جي ٻالڪن جو پيغام پهچي ويندو اسين امن ٿا چاهيون، اسين امن ٿا چاهيون. !!

۽ ان پيغام کي سڄي دنيا جون مائرون ٻڌنديون، ڇاڪاڻ تہ دنيا جي ٻالڪن جون مائرون ڀلي الڳ هجن پر انهن جي دلين ۾ پيريل ممتا ۾ ڪو بہ فرق ڪونهي، انهيءَ پيغام کي سيني ملڪن جا وڻ ٻڌندا ڇاڪاڻ تہ ملڪن جا جهڳٽا ڀلي الڳ هجن پر انهن جي مٽي هڪ آهي. انهيءَ پيغام کي سيني سمنڊن جا ملاح ٻڌندا، ڇاڪاڻ تہ سمنڊن جا نالا ڀلي نرالا هجن پر انهن جو پاڻي ساڳيو آهي ۽ اهي دنيا جون مائرون، دنيا جا وڻ ۽ دنيا جا ملاح يڪ آواز بلند ٿي چوندا:

اسان کي امن گهرجي !

اسان کي امن گهرجي !

اسان کي امن گهرجي !

مون مشڪندي گلن ڏانهن نهاريو جيڪي لهرن مٿان ايئن پئي چمڪيا ڄڻ سمنڊ هڪ سهڻو تاج پهريو هجين. فلپس مون کي چيو ” ساٿي ٻالڪ توکي سلام پيا ڪن. “ مون هٿ کڻي وائيلور جي ساحل تي بيٺل ٻالڪن کي سلام ڪيو ٻيڙيءَ جا اولا تڪڙا هلڻ لڳا ۽ هوءَ سامهون

واري ڪنڌيءَ ڏانهن يڇندي پئي ويئي. ٻڌين جي ڪاٻاڙ ڪٽڻ جو آواز ڪنن تائين ٿي پهتو ۽ وائيلور جي ڪنڌيءَ تان شهيدن جي مائرن جو مٺو پرسوز گيت چوڌاري ڦهلجي ٿي ويو.

اوئيرمريان ناڊاگي، پترمريا اور پتن

اوئير ناٽن اي ڪي يان، اوئيرم وينڊم!

" اسين وري ايندا سين! "

اسين وري ايندا سين ۽ انسان جو نئون روح بڻجي سڄي دنيا تي ڇانئجي ويندا سين! "



واري ڪنڌيءَ ڏانهن پڄندي پئي وئي. ٻڍين جي ڪاپاڙ ڪٽڻ جو آواز ڪنن تائين ٿي پهتو ۽ واٽيلو جي ڪنڌيءَ تان شهيدن جي مائرن جو مٺو پرسوز گيت چوڌاري ڦهلجي ٿي ويو.

اوئيرمريان ناڍاگي، پترمريا اور پٽن
اوئير ناتن اي ڪي يان، اوئيرم ويندم!
" اسين وري ايندا سين ! "
اسين وري ايندا سين ۽ انسان جو نئون روح بڻجي سڄي دنيا تي ڇانئجي ويندا سين ! "



## نئون نياپو اڪيڊمي مارڪيٽ ۾ موجود ڪتاب

1. عشق جون ڳليون ( سفر ناما ۽ ٻيون لکڻيون) گل حسن ڪلمتي مُلهه: 200 رپيا
2. ڪالاش: ڪافرن جو ديس (سفرنامو) گل حسن ڪلمتي مُلهه: 200 رپيا
3. جڏهن مان چوهٽ جو هوندس (ڪهاڻيون) ممتاز مهر مُلهه : 70 رپيا
4. نه وڃڻ جو پڇتاءُ (ڪهاڻيون) يوسف سنڌي مُلهه: 70 رپيا
5. ڊائريءَ ۾ رکيل گلاب (ڪهاڻيون) منصور ہرڙو مُلهه: 70 رپيا
6. مٽيءَ هاڻا ماڻهو (ڪهاڻيون) اڪبر اديب مُلهه: 90 رپيا
7. رنگن جي خانه بدوشي (نظم) ايوب گل مُلهه: 70 رپيا
8. اسٽور روم (نظم) علي اظهار مُلهه: 80 رپيا
9. ٻه ڪتاب (ڪهاڻيون) ممتاز مهر مُلهه: 90 رپيا
10. ڳوڙهن جا ڪبوتر (ڪهاڻيون) پرويز مُلهه: 90 رپيا
11. مس سدا بهار چنبيلي (ناول) الطاف شيخ مُلهه: 125 رپيا
12. ڪپيل نڪ (ڪهاڻيون) عباس سارنگ مُلهه: 90 رپيا
13. لاڙ لهرون ۽ سمنڊ (شاعري) نواز خان زئور مُلهه: 150 رپيا
14. سمنڊ تو موکي سڏي (پنجڪڙا) ايوب گل مُلهه: 100 رپيا
15. عجب اڪڙيون (ڪهاڻيون) قرت العين حيدر مُلهه: 90 رپيا
16. پٿر جو جگر ميڻ جي دل (ناول) موهن ڪلپنا مُلهه: 90 رپيا
17. رڻ ۾ رات نري (شاعري) رحيمداد جوڳي مُلهه: 100 رپيا
18. چترليکا (هندي ناول) سنڌيڪار: رشيد ڀٽي مُلهه: 200 رپيا
19. وڇوڙي جا وڍ (پنجابي ناول) سنڌيڪار: پرويز مُلهه: 80 رپيا
20. هن پار مان هن پار تون (ڪهاڻيون ۽ ٻيون لکڻيون) ڪرشن ڪتواڻي مُلهه: 50 رپيا
21. گيتانجلي (شاعري) رابندر ناٿ ٽئگور مُلهه: 50 رپيا
22. منهنجي زندگيءَ ۾ آيل عورتون ۽ مرد (خاڪا) خشونت سنگهه مُلهه: 70 رپيا
23. سنڌ ارغون دور ۾ (تاريخ/تحقيق) اڪرام ساگر عباسي مُلهه: 50 رپيا
24. جهجان پسي جهوڪ (ڪهاڻيون) تاجل بيوس مُلهه 35 رپيا
25. ڏک سکن جي سونهن (آتم ڪهاڻي) تاجل بيوس مُلهه: 90 رپيا
26. شهيد بينظير ڀٽو جو ڪيڏارو (شاعري) تاجل بيوس مُلهه: 80 رپيا
27. تڙ تڙ تي طوفان (شاعري) عزيز ڪنگراڻي مُلهه 70 رپيا
28. مارئي ملير جي ۽ شاهه عبداللطيف (ڏکھو نظم) بينظير ڀٽو مُلهه: 80 رپيا
29. هتا اڳهين گڏ... (ناول) حسيب ڪانهيو مُلهه: 100 رپيا
30. خمار گيت ۽ چانڊني (شاعري) رحمت الله پيرزادو مُلهه: 90 رپيا
31. نئون ديرو: دل وارن جو ديرو (شهر ڪهاڻي) عاشق منگي مُلهه 150 رپيا
32. اڪيلو ماڻهو (ڪهاڻيون) جمن احمداڻي مُلهه: 100 رپيا
33. هتا اڳهين گڏ (ناول) حسيب ڪانهيو مُلهه: 100 رپيا
34. محبت به قيامت به (ناول) ڪرشن چندر/بيدل مسرور بدوي مُلهه: 125 رپيا
35. ماستر هريام جو ٻئنڪاڪ وڃڻ (ڪهاڻيون) الطاف شيخ 150 رپيا
36. ڪراچيءَ جا لاثاني ڪردار (ياڳو ڀهريون) گل حسن ڪلمتي مُلهه: 350 رپيا
37. ڳولا جو سفر (تاريخ) اياز ڀٽو مُلهه: 130 رپيا
38. سگنيچر (ناول) حسيب ڪانهيو مُلهه:


لک پڙهه لاءِ

A-12, Sachal Goth, Gulshan-e-Iqbal, Karachi. SINDH.
Ph # 021-34690389 Cell # 0346-2103811 E-mail:naon_niapo@yahoo.com

آئون تَرسان هو تڪڙا، پڻ نه لاهين پيرَ

## سنڌ جي وطن دوست اديب، سرجڻهار ۽ عالم

## سائين سراج الحق ميمڻ

## جي نالي!

**پنهنجي** خطرناڪ غلطي قبول ڪندي، اسان ٻڌائڻ چاهيون ٿا ته سراج صاحب، 25 نومبر 2012تي هن ناول جي فوٽوڪاپي ڏني هئي. هي ناول ٻيهر ڇپائڻ جو راضپو اسان حڪم سمجهيو هيو. اسان سراسري سُستي، ڪاهلي ۽ سراج صاحب جي سفر ۾ تڪڙ ڪي نه سمجهڻ واري غلطيءَ تي پڙهندڙن کان معافي گهُري رهيا آهيون.

ناول ته ٽن ڏينهن ۾ ڪمپوز ٿي ويو هيو پر جڏهن ڊاڪٽر ايوب شيخ (هڪ سدوري پروف ريڊر هئڻ ناتي چيڪ ٿيل) پروفن جو فائينل ڏٺو ته ان ۾ ڪا هڪ يا ٻه نه، پر سوين غلطيون موجود هيون. انهن غلطين جي سڌارڻ ۾ لڳايل وقت جي ڪري اسان (دل ئي دل ۾) سراج صاحب وٽ اڻ سُڌريل رهجي وياسين.

ڪيڏو نه اهم ۽ پلو ٿئي ها. جڏهن سراج صاحب هن ڪتاب جي باري ۾ ڪي يادگيريون "ٻه اکر" طور لکي ها. پر اسانجي سستي ۽ ڪاهلي ۽ نااهليءَ جي ڪري اهو سڀ ڪجهه نه ٿي سگهيو.

2 فبروري 2013ع تي هو پنهنجي 79 ورهين جي اَمُلهه حياتي گذاري اسان کان ڏور هليو ويو.

انعام عباسي

6 فيبروري 2013ع

نئون نياپو

ڪرشن چندر «ڏکڻ ماڻ ٿو سچ اپري» (ناول) سنڌيڪار: سراج

نئون نياپو

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”**پڙهندڙ**“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بِہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن ڪي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ اٽڃاٽائي ڪي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوي، چالاڪ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نه رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان به پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو ته ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)